# تهذيب اخلاق

(انگريزيءَ تان ترجمو ڪيل)

مصنف

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ مرحوم

قيمت ٢٥—٢

ڇپائيندڙ

آر. ايڇ. احمد ائنڊ برادرس

پبلشرس، بوڪسيلرس، شاهي بازار، حيدرآباد (پاڪ)

فون نمبر ٢٧١٨

# تهذيب اخلاق

لکندڙ

**شمس العلماء مرزا قليچ بيگ مرحوم**

جو

١٩٦٢ع

دفعه ٦ ]    مطابق    [تعداد ٢٢٠٠

١٣٨١ھ

**قيمت ٢-٢٥**

ڇپائيندڙ:

**آر. ايڇ. احمد ائنڊ برادرس**

پبلشرس، بوڪسيلرس، اسٽيشنرس ائنڊ پيپر مرچنٽس،
شاهي بازار، حيدرآباد (پاڪ)

فون نمبر ٢٤١٨

## مقدمو

هيءُ ڪتاب اصل هڪڙي قديم چيني عالم ۽ حڪيم جو لکيل هو، جنهنجو انگريزي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيل هو، پر اهو ڪتاب تمام ڪمياب هو. انهيءَ ڪتاب جو اصل نالو لفظي معنيٰ موجب "قانون حيات" هو. انهيءَ ۾ جيڪي اخلاقي اشارا ۽ دقيقي نڪتا لکيل هئا سي سڀڪنهن قوم ۽ سڀڪنهن مذهب جي لاءِ ڪمائتا ۽ مفيد هئا، تنهنڪري اهو هڪڙو تمام قيمتي ۽ عمدو اخلاقي ڪتاب شمار ۾ آيل هو، ۽ جڏهن سنڌي ٻوليءَ ۾ اخلاق سيکارڻ جا ڪتاب تمام ٿورا هئا تڏهن مون اهو ڪتاب هٿ ڪري انهيءَ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ۽ انهيءَ جو نالو "تهذيب اخلاق" رکيم. اميد آهي ته انهيءَ مان پڙهندڙن کي گهڻو فائدو پهچندو.

حيدرآباد
١٢ فيبروري ١٩١٣ع

قاسم بيگ

## نوٽ

مرحوم شمس العلماءَ ميرزا قليچ بيگ سنڌي زبان جي لاءِ جا ڪيو آهي تنهنجو ذڪر ڪرڻ جي بدران اسين ائين بهتر ٿا سمجهون تہ رڳو ايترو چئون تہ اڄ جيڪي بہ شخصيتون سنڌ جي مختلف کاتن ۾ ۽ خاص تعليم کاتي ۾ وڏين وڏين جاين تي آهن سي پرائمري درجي کان وٺي ويندي ڪاليج جي وڏن امتحانن تائين ميرزا صاحب مرحوم جا ڪتاب پڙهندا رهيا آهن؛ صوفي فقير عام طرح سنڌ ۾ پنهنجي يڪتاري تي سندس ڪافيون ڳائيندا رهيا آهن ۽ گهرن ۾ زالون ۽ ٻار بہ سندس ڪتاب، جهڙوڪ، زينت، گلن جي ٽوڪري، ٽي گهر وغيره مان چڱي نصيحت ۽ لطف حاصل ڪندا رهيا آهن.

سنڌ يونيورسٽيءَ جي مهربانيءَ سان وري بہ هڪڙو ڀيرو سندس ڪتاب تعليم کاتي ۾ پيش ڪري رهيا آهيون ۽ اميد آهي تہ "تهذيب اخلاق" مان اسانجي سنڌي شاگردن جا اخلاق بخوبي درست ٿيندا، جنهن مطلب سان هيءُ ڪتاب اصل لکيو ويو هو.

اها به اميد ٿا ڪريون ته ڪي ٻيا ڪتاب به ساڳيءَ صورت ۾ يونيورسٽيءَ جي مهربانيءَ سان پيش ڪيا ويندا ۽ اهو ثابت ٿي ويندو ته جيتوڻيڪ ميرزا صاحب مرحوم کي رحلت ڪئي ۲۵ سالن کان به وڌيڪ عرصو گذري ويو آهي پر اڄ به سندس تصنيف ڪيل ڪتابن مان اهي خدمتون پوريون ٿي سگهن ٿيون جي سندس حياتيءَ ۾ ٿينديون رهيون آهن.

**" اداره قلمچ "**



# ڪتاب جي مضمونن جو تفصيل

.......

## فهرست

## ڀاڱو پهريون

## باب ٽيون - زال



## باب چوٿون - مائٽي مٽي



## باب پنجون. ماڻهن جي درجي ۾ قدرتي يا اتفاقي تفاوت



## باب ڇهون - ٻئي فرض

## باب ستون. خدا شناسي



# ڀاڱو ٻيو

## باب پهريون. انسان



## باب ٻيو. انسان جا نقص ۽ عيب ۽ انهنجا اثر




مدينه پرنٽنگ پريس، رسالا روڊ، حيدرآباد (پاڪ) ۾ ڇپيو.
فون نمبر ۲۴۷۴.

# تهذيب اخلاق

## پاڳو پهريون

## ديباچو

اي زمين تي رهڻ وارؤ! اوهين پنهنجا سر جهڪايو ۽ سجدو ڪريو ۽ ساڻ ڪري ادب سان خداتعاليٰ جا حڪم احڪام ٻڌو ۽ مڃو.

جتي ڪٿي سج چمڪي ٿو، جتي ڪٿي هوا لڳي ٿي، جتي ڪٿي ڪوڪن ٻڌڻ لاءِ آهي ۽ عقل سمجهڻ لاءِ آهي آتي انساني حياتيءَ جا آدب ۽ آخلاق معلوم هئڻ گهرجن ۽ حق جا قول ۽ سچ جا اشارا، پوريءَ طرح تعميل ٿيڻ گهرجن.

سڀني شين جو اصل يا منڊ خدا تعاليٰ آهي. هن جي قدرت ۽ طاقت جي حد ڪانهي. هنجي ڏاهپ ۽ حڪمت، ازل کان وٺي هلي اچي ۽ هنجي چڱائي ۽ مهرباني، آبد تائين هلي هلندي. هو وچ پنهنجي تخت تي ويٺو آهي ۽ هنجو دم، دنيا کي حياتي ڏيو پيو هلائي. هنجي اشاري سان تارا، پنهنجن پنهنجن دائرن تي ڊوڙندا وتن. هو پنهنجي بي انتها ملڪ ۾ هوا جي کنڀن تي سير ڪندو وتي ۽ پنهنجي مرضيءَ موافق ڪم ڪندو وتي. هنجي هٿان نزاڪت، خوبي ۽ نيڪ انتظامي پيدا ٿي ٿي ۽ هنجي سڀني

ڪمن مان عقل ۽ حڪمت جو آواز پيو اچي پر
آهو ماڻهوءَ جي سمجهه ۾ نٿو اچي.

عقل ۽ علم جو پاڇو، ماڻهوءَ جي دل تان خواب وانگي لنگهيو وڃي؛ آهو هنڪي ڏنڌ وانگي ڏسڻ ۾ اچي ٿو، تنهنتي هو دليل ڊوڙائي ٿو ۽ ٿڪجي وڃي ٿو، پر خدا تعاليٰ جي ذاهپ ۽ حڪمت، هڪڙو قدرتي نور آهي. هو دليل سان ڪم ڪندو آهي.

هنجو عقل، حقيقت يا سچ جو اونهو چشمو آهي.

انصاف ۽ رحم، هنجي درگاه جا خدمتگار آهن؛ فضل ۽ ڪرم، هميشه هنجي حسن مان جلوه نما آهن. شان ۽ شوڪت ۾ ڀيو ڪير خدا تعاليٰ جلشانهٗ جو مٽ آهي؟ طاقت ۽ قدرت ۾ ڪير قادر مطلق سان سامهون ٿي سگهندو؟ چڱائيءَ ۽ مهربانيءَ ۾ ڪنهنجو هن سان مقابلو ڪري سگهبو؟

اي انسان! آهوئي آهي جنهن توکي پيدا ڪيو آهي! زمين تي هن تنهنجي جاءِ مقرر ڪئي آهي؛ عقل ۽ هوش توکي هن پنهنجي فضل سان عطا ڪيا آهن. تنهنجي جسم ۾ جيڪي عجائب ۽ اسرار آهن سي هنجي هٿ جا رکيل آهن. تڏهن ڪن لائي هنجا حڪم ٻڌ! جو آهي هن پنهنجي مهر سان جاري ڪيا آهن، جيڪو آهي مڃيندو ۽ انهن تي هلندو آهو پنهنجي روح جي سعادت ۽ آرام حاصل ڪندو.

# باب پهريون

## انسان جا اخلاقي فرض

### فصل پهريون - ويچار

اي آدم! تون پنهنجيءَ دل ۾ ويچار ڪري ڏس ته تون ڪهڙي ڪم لاءِ پيدا ڪيو ويو هئين؟ خيال ڪري ڏس ته تنهنجون قوتون ڪهڙيون آهن ۽ گهرجون ڪهڙيون آهن ۽ تنهنجا واسطا ڪهڙا آهن؟ تڏهن توکي پنهنجي حياتيءَ جي فرضن جي خبر پوندي ۽ پنهنجي حياتيءَ جي سڀني رستن تي هلڻ جي هدايت حاصل ٿيندي.

جيسين ڳالهه کي پنهنجيءَ دل ۾ پهرين توري تڪي نه ڏسين تيسين نه ڳالهاءِ ۽ جيسين ڪم جي نتيجي ۽ اثر جي اڳواٽ چڪاس ڪري خبر نه وٺين تيسين کي ۾ نه ڪر، ڇا لاءِ جو ائين ڪرڻ سان شرمندگي ۽ خواري توکي اصل اوڏو نه ايندي ۽ ارمان ۽ پشيماني ظاهر ڪرڻ جو توکي سبب ئي ڪونه ٿيندو.

بيخيال ماڻهو پنهنجيءَ زبان کي روڪي نٿو، جيڪي وات ۾ اچيس ٿو سو پيو ڳالهائي، پوءِ سگهوئي پنهنجن نادانيءَ جي لفظن ۾ وچڙيو، ڦاٿي ڦاسيو پوي. جهڙيءَ طرح، ڪو ماڻهو تمام تڪڙو ڊوڙي

ته ۽ لوڙهو ٿيي ته ۽ اوچتو ڪڏهن ڪري پوي ته، جا هو اڳواٽ نٿو ڏسي، تهڙيءَ طرح، اهو ماڻهو، جو ويچار ڪانسواءِ ڪو ڪم ڪري ٿو ۽ انهيءَ جي نتيجن جو اڳواٽ خيال نٿو ڪري تنهنجو به ساڳيو حال ٿئي ٿو. تنهنڪري غور ۽ ويچار جو حڪم پڙندو رهه، انهيءَ ۾ ڏاهپ ۽ سياڻپ آهي، انهيءَ جي رستي تي هلڻ ڪري تون سلامتيءَ ۽ سچ کي وڃي پهچندين.

## فصل ٻيو - حيا.

اي انسان! تون ڪير آهين جو پنهنجي عقل ۽ دانائيءَ تي مغرور ٿو ٿين؟ ڇاتي ٿو پنهنجيءَ قابليت ۽ لياقت جي بناڪ هڻين؟

عاقل ۽ داناءَ ٿيڻ جو پهريون ڪم اهو آهي ته ماڻهو پاڻ ڄاڻي ته آءٌ نادان ۽ بيعقل آهيان، جي پاڻئين ته پين جي نظر ۾ تنهنجو قدر ٿئي ته ڀانئڪي دانا سمجهڻ جي ناداني ڇڏي ڏي. جهڙيءَ طرح خوبصورت زال جو حسن، صفا ۽ سادي لباس ڪري پاڻ وڌي ٿو، تهڙيءَ طرح سادي ۽ حيا واري هلت، عقل ۽ دانائيءَ جو تمام وڏو سينگار آهي. حيا واري ماڻهوءَ جي گفتگو، سچ جي رونق وڌائي ٿي. جي هو ڪا غلطي ڪري ٿو ته سندس دانائيءَ جي اقرار ڪرڻ ڪري انهيءَ تي عيب ڪونه ٿو وٺي.

هو پنهنجيءَ ڏاهپ تي ڀروسو ڪونہ ٿو رکي، هو پنهنجي دوست يا خير خواه جي صلاح تي ويچار ڪري ٿو ۽ انهيءَ جو فائدو وٺي ٿو. هو پنهنجي تعريف ٻڌڻ نٿو گهري، نڪي انهيءَ تي ڪو اعتبار ڪري ٿو، پنهنجيءَ قابليت ۽ لياقت جي خبر بہ هنڪي جهان ڪانپوءِ پوندي آهي. انهيءَ هوندي بہ جيئن برقعو سونهن کي وڌائي ٿو تيئن حيا جي ڪري هنجون نيڪيون ۽ لياقتون وڌيڪ رونق واريون ڏسجن ٿيون.

پر ٻرڙي ۽ هلڪي ماڻهوءَ جو حال ڏس! هو تمام عمدا ۽ قيمتي ڪپڙا ڍڪي ٿو ۽ بازارين ۾ گهٽين ۾ گهمي ٿو ۽ هيڏي هوڏي پيو نهاري تہ من ڪو مونکي ڏسي! هو ڪنڌ مٿي ڪري مغروريءَ مان هلي ٿو ۽ غريبن تي نظر نٿو ڪري، ۽ پاڻ کان گهٽ درجي وارن سان هو بيپرواهيءَ ۽ بي آبروئيءَ جي هلت ڪري ٿو ۽ انهيءَ جي بدران وري جيڪي ڪانئس مٿين درجي جا آهن سي سندس ڪمينائيءَ ۽ وڏائيءَ تي نفرت ڪن ٿا ۽ کلن ٿا. هنڪي پنهن جي راءِ نہ وڻندي آهي، هنجو ڀروسو رکو پنهنجيءَ راءِ تي آهي، تنهنڪري سگهوئي وڃيو مونجهاري ۾ پئي. هو پنهنجي خيالي فخر ۽ وڏائيءَ ڪري، غرور ۽ هٺ ۾ ڀرجيو وڃي، سڄو ڏينهن پنهنجي بابت ڳالهائڻ ۽ پنهنجي بابت ذڪر ٻڌڻ ۾ سرهو پيو ٿئي، تنهنڪري خوشامدي ماڻهو پاڻ اهو وجهہ وٺي هنڪي ڦري، چٽ ڪن ٿا.

## فصل ڏهون- محنت

جيڪي ڏينهن گذريا آهن سي هميشه لاءِ ويا ۽ جيڪي اچڻا آهن سي شايد تنهنجي لاءِ نه به اچن، تنهنڪري اي انسان! توکي گهرجي ته هلندڙ وقت ۾ پاڻکي مشغول رکين ۽ محنت ڪرين، نکي گذريل وقت جي لاءِ ارمان ڪرين ۽ نکي ايندڙ وقت تي گهڻو ياڙي ويهڻ. هيءُ پل تنهنجو آهي، پيو جيڪو اچڻو آهي سو لڪل ۽ نامعلوم آهي، توکي خبر ناهي ته اهو تنهنجي لاءِ ڇا آڻي؟ جيڪي ڪرڻ جي لاءِ پڪو ارادو ڪرين سو هڪدم ڪري وٺ، جيڪي صبح جو ٿي سگهي سو سانجهن تائين نه رک.

سستيءَ مان مفلسي ۽ عذاب پيدا ٿين ٿا، پر سجائي محنت، خوشي ۽ سرهائي پيدا ڪري ٿي. محنت ۽ ڪشالو، احتياج ۽ ڪنگاليءَ کي پچاڙي ڪڍي ٿو پر نيڪبختي ۽ سک، محنتي ماڻهوءَ جي پٺيان لڳو وتي.

اهو ڪير آهي جو دولتمند ٿيو آهي ۽ وڏي مرتبي کي پهتو آهي، جنهن عزت آبرو حاصل ڪئي آهي، جنهنجي ماڪن ۾ ساراه پئي ٿئي ۽ جو بادشاه يا حاڪم وٽ صلاحڪار ٿي ويٺي ٿو؟ سو اهو آهي جنهن سستيءَ کي پنهنجي گهران لوڏي ڪڍيو آهي ۽ ڍرائيءَ کي پنهنجو دشمن سمجهو آهي. هو سويرو اٿي ٿو ۽ دير سان سمهي ٿو، هو دل کي خيال ۽

ويچار ڪرڻ سان ۽ بدن کي محنت ۽ ڪشالي ڪرڻ سان ورزش ڏئي ٿو ۽ انهيءَ طرح پنهي کي تندرست ۽ توانو رکي ٿو.

سست ماڻهو پنهنجو پاڻ تي بوجو آهي، ڪا گهڙي هنکي گري پئي لڳي، هو هيڏي هوڏي هلي ٿو ۽ خبر نٿي پويس ته ڇا ڪندس يا ڇا ڪرڻو اٿم؟ هنجا ڏينهن، ڪڪر جي پاڇولي وانگي لنگهي وڃن ٿا ۽ هو پٺيان اهڙي ڪابه نشاني ڇڏي نٿو وڃي جا ياد رهي. ورزش ۽ استعمال جي نه ڪرڻ ڪري هنجو بدن بيمار ٿو رهي، جڏهن چالاڪي يا محنت ڪرڻ جي خواهش ٿي ٿئيس تڏهن هڏ نٿو هليس. سندس دل ڪاري ۽ سندس خيال منجهيل رهن ٿا، علم ۽ فضيلت حاصل ڪرڻ لاءِ خواهش ٿئيس ٿي مگر هو پاڻکي محنت ۾ مشغول رکي نٿو سگهي. بادامي ڪائڻ جي لاءِ هنجي دل گهڻوئي چوي ٿي پر ڪل پيچڻ جي تڪليف وٺڻ هو نٿو گهري. هنجو گهر هميشه بي بندوبست رهي ٿو ۽ هنجا نوڪر زبانڪار، گهڻ خرچائو ۽ فسادي ٿين ٿا. هنجي خانه خرابي اچي ويجهي پوندي، اهو سڀ هو اکين سان ڏسي پيو ۽ ڪنن سان ٻڌي پيو ۽ رڳو ڪنڌ لوڏيو دل ۾ هڪڙي نه ٻي خواهش پيو ڪري، مگر ڪوبه پڪو ارادو يا ٺهراءُ ڪونه ٿو ڪري. نيٺ ڪمبختي ۽ تباهي واچوڙي وانگي اوچتو اچيو وڪوڙيس ۽ شرمندگي ۽ پشيمانيءَ ۾ هنجا پساه پورا ٿين ٿا.

# فصل چوڏهون - ريس

جيڪڏهن تنهنجيءَ دل ۾ عزت آبروءَ جي خواهش آهي، جيڪڏهن تنهنجي ڪن کي تعريف ٻڌڻ مان خوشي حاصل ٿي ٿئي ته تڏهن ٻاڪي جنهن مٿيءَ مان جڙيو آهين تنهن تان چاڙهي انهيءَ اوج تي پهچائڻ جو ارادو ڪر جنهن ۾ تنهنجي تعريف ٿئي.

ريس سان ٻاڪي سدارڻ چڱو آهي، پر حسد ۽ ساڙي ڪري ماڻهوءَ جو حال پاڻ خراب ٿئي ٿو. چڱي ريس ڪرڻ وارو، رات جو جيڪي مشهور ۽ نامور ماڻهو ٿي گذريا آهن تنجي مثال تي خيال پچائي ٿو ۽ ڏينهن جو آنهن تي هلڻ ۽ تعميل ڪرڻ مان خوشي حاصل ڪري ٿو. هو وڏا وڏا ارادا ڪري سرهو ٿئي ٿو ۽ سندس نالو ملڪن ۾ مشهور ٿئي ٿو. مگر حسد يا خراب ريس ڪرڻ واري جي دل، زهر جي رت سان ڀري پيئي آهي ۽ سندس وات مان ٻه زهر جو پاڻي پيو نڪري. رڳو ڪنهن پاڙيسريءَ کي بخت لڳي ٿو ته هنجو سک ڦٽيو وڃي. هو پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ ويٺو سڙي ۽ ڪامي، ۽ جيڪا چڱائي ٻئي ڪنهنکي ٿئي ٿي سا هنجي نظر ۾ برائي آهي. ساڙو ۽ حسد، هنجي دل ۾ پيو چڪ وجهي، جنهنڪري هنکي ڪوبه آرام نٿو اچي. هنکي اندر ۾ چڱائيءَ جي لاءِ ڪابه محبت پيدا نٿي ٿئي تنهنڪري پين کي به پاڻ جهڙو پيو سمجهي. گهڻائڻ جي

ڪوشش ڪري ٿو ۽ جيڪي ڪم هو ڪن ٿا تن
مان خراب معنائون ڪڍي ٿو ۽ انهنجون بچڙيون سمجهاڻيون
ڏئي ٿو. هو هميشه ڪنهن خرابيءَ ڪرڻ يا نقصان
پهچائڻ جي لاءِ منتظر رهي ٿو، پر ماڻهن جي نفرت،
هن سان لڳي اچي ۽ سگهو چرڪو ڪوريئڙي وانگي
هو پنهنجي چاريءَ ۾ پاڻ ڦاسي، ڇچجي پوي ٿو.

پپر جووڏو درخت، جو هاٿي پنهنجا ٽا ر آسمان ڏانهن
ڦکيڙي ٿو سو ڪن ڏينهين رڳو ننڍڙو ٻج هو، جو
زمين ۾ پوريو پيو هو. انهيءَ وانگي توکي به گهرجي ته،
ڪهڙي به ڪم يا ڌنڌي ۾ مشغول هجين ته ڪوشش
ڪري سيکان ڪسر ڪڍين ۽ اڳرو ٿين، چڱي ڪم ۾ ٻئي
ڪنهنکي پاڻ کان اڳي وڃڻ نه ڏي، انهيءَ هوندي
به ٻئي جا گڻ ڏسي، اجائي ريس يا حسد نه ڪر پر
پنهنجي سمجهه سڌار ۽ لياقت وڌاءِ. جيڪو تنهنجو
همسر يا هم پيشي آهي تنهن کان گوءِ کڻي وڃڻ
جي لاءِ ڪوبه بي ايمانيءَ ۽ نالائقيءَ جو آپاءُ نه
وٺ، هن کان بهتر ٿيڻ ۽ ڪسر ڪڍڻ جي لاءِ رڳو
هنر ۽ فضيلت ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪر، پوءِ جي
تون فتحياب نه ٿي ٿيندين ته به انهيءَ ڪوشش جي
لاءِ ماڻهو توکي مجرائي ڏيندا ۽ جڳ ۾ تنهنجي
تعريف ڪندو ۽ توکي مان ڏيندو.

جيڪي ڪانئس بهتر آهن تنهن عيب ڪڍڻ ۽
انهنجي قدر ۽ چڱيءَ ريس ڪري ماڻهوءَ جي همت

عالي ٿي ٿئي، هو نالي ۽ ناموس جي لاءِ سرهائيءَ
سان مشقت ۽ ڀلاڪي ڪري ٿو، جهڙيءَ طرح شرط
۾ گهوڙو، گوءِ کڻڻ لاءِ ڊوڙي ٿو. هو ڪجيءَ
جي وڻ وانگي وڏو ٿڪ هوندي به مٺي وڏي ٿو،
باز وانگي آپ ڏي آڏامي ٿو ۽ سج جي تجلي ۽
تجمل ۾ اڪيون آڙائي ٿو.

## فصل پنجون - سياڻپ

سياڻپ، جيڪي توکي، چوي سو ڪن لائي ٻڌ،
جيڪا صلاح مصلحت توکي ڏئي تنهنتي ڌيان ڏي
۽ انهيءَ کي هنئين سان هنڊاءِ. آنهيءَ جي نصيحت
هر وقت ۽ هرهنڌ فائدي واري آهي ۽ سڀ قسم
جون نيڪيون، انهيءَ تي تعلق رهن ٿيون. حقيقت
ڪري سياڻپ، انسان جي حياتيءَ جي مالڪيائي ۽
مهندار آهي.

پنهنجي زبان روڪ ۽ پنهنجو وات سنڀال ته متان
تنهنجائي ڳالهايل لفظ تنهنجو آرام ڦٽائين جيڪو
منڊي تي کلي ٿو تنهنکي سنڀالڻ گهرجي ته متان
پاڻ به هڪڙي ڏينهن منڊڪاني، جيڪو ٻين جا
عيب ڪڍي خوش ٿئي ٿو سو نيٺ ڪڍهن پنهنجا
عيب به ڪڍندو، ۽ پوءِ ڏاڍو ڏک ۽ ارمان ٿيندس.
گهٽي ڳالهائڻ ڪري ماڻهو نيٺ پڇتائي ٿو، سلامتي
مڙئي ماٺ ۾ آهي. ٻڪٻڪيو ماڻهو سنگت جي لاءِ

هڪڙو آزار آهي، هنجي اجائي بڪ ٻڌي ڪن ٿي ٽڪجيو پون، هو ٻئي ڪي ڳالهائڻ جو وارو ئي ڪو ڏئي. پنهنجيءَ نسبت ۾ ڪابہ ٻڌاڪ نہ هڻ نہ تہ ماڻهو توکي ڏڪاريندا، نڪي ٻين تي ڪل ۽ ٺٺولي ڪر، جو آنهيءَ مان توکي نقصان جو ڊپ آهي. خراب چرچو، دوستيءَ جي لاءِ زهر آهي، جيڪو پنهنجي زبان کي روڪي سو هميشه تڪليف ۾ رهندو.

پنهنجي حالت ۽ پنهنجي درجي موجب سک ۽ آسائش جو اسباب موجود ڪر، پر جيڪي پيدا ڪري سگهين سو سڀ خرچي ڪپائي بہ نہ ڇڏ، انهيءَ لاءِ تہ جوانيءَ جي سيائپ ۽ اڳ ڳڻتي، پيريءَ ۾ توکي ڪم اچي ۽ توکي زياده سکيو رکي. طمع ۽ لالچ مان خراب ڪم پيدا ٿين ٿا، پر صرفي ۽ احتياط مان چڱن ڪمن کي پناه ٿي ملي.

توکي رڳو پنهنجن خانگي ڪمن تي ڌيان ڏيڻ گهرجي، ملڪي ڪمن کي پاڻيهي ملڪ جا حاڪم سنڀاليندا.

دل وندرائڻ جي اسباب تي توکي گهڻو پئسو خرچڻ نہ گهرجي تہ متان انهيءَ جي خريد ڪرڻ جو ڏک، دل وندرائڻ جي خوشيءَ کان وڌيڪ ٿئي.

سک مهل اڳ ڳڻتي ڦٽي ڪرڻ نہ گهرجي، نڪي تونگريءَ وقت صرفو وسارڻ کپي. جيڪو حياتيءَ جا مزا اجائي طرح ماڻي ٿو ۽ زياده عيش عشرت ۾ گذاري ٿو تنهنکي نيٺ حياتيءَ جون ضروري شيون بہ موجود نہ ٿينديون، جنهنڪري هو پوءِ نهايت گهڻو ارمان ڪندو.

جيسين ڪنهن ماڻهوءَ کي آزمايو نہ اٿئي تيسين منش پروسو نہ رک، تڏهن بہ سبب کان سواءِ ڪنهن کي نامعتبر نہ ڄاڻ، جو اها نالائقي آهي؛ پر جڏهن آزمائڻ سان توکي ڪنهن ماڻهوءَ جي سچائي ۽ ايمانداريءَ جي پڪ ٿئي تڏهن آنهيءَ کي خزانہ وانگي پنهنجي دل ۾ سانڍ؛ ائين سمجهہ تہ هو هڪڙو بي بها جواهر آهي.

ڪميني ۽ خسيس ماڻهوءَ جو احسان نہ ڪڻ، نڪي خراب ۽ بدڪار ماڻهوءَ سان دوستي ڳنڍ. هو تنهنجي نيڪي گم ڪري ڇڏيندا ۽ تنهنجي روح کي عذاب پهچائيندا.

جنهن شئي جي سپائي گهرج ٿيندي سا اڄ ڪم نہ آئي ڇڏ؛ نڪي جيڪي اڳ ڳڻتي بچائي رکي ۽ دوراند يشي روڪي ڇڏي سو بيخياليءَ سان وڃائي ڇڏ.

ٻين جي آزمودن مان تون ڏاهپ سک ۽ ٻين جا قصور ڏسي تون پنهنجا عيب سنوار. انهيءَ هوندي به اهڙي اميد نه رک ته سياڻپ مان ضرورتون سک پائيندين ۽ فتحياب ٿيندين، ڇا لاءِ ته ڏينهن جو خبر نٿي پوي ته رات جو ڇا ٿيندو؟ بيعقل ماڻهو هميشه ڏکيو ۽ بدنصيب نٿو رهي، ڪي عقل وارو هميشه سکيو ۽ نصيب وارو ٿو ٿئي، انهيءَ هوندي به بيعقل ماڻهو ڪڏهن نسورو سک نٿو ماڻي ۽ ڏاهو ماڻهو رڳو ڏکن ۾ نٿو گذاري.

## فصل ڇهون - همت

جيڪو ماڻهو هن دنيا ۾ اچي ٿو تنهنکي ڏک ۽ ڏوجرا ۽ مفلسي ۽ درد ۽ بيماريون ۽ ايذاءُ اچن ٿا. تنهنڪري توکي جڳائي ته ڪچيءَ ۾ نه، پنهنجيءَ دل کي همت، صبر ۽ تحمل سان مضبوط ڪرين، انهيءَ لاءِ ته جيڪو مصيبت جو حصو تنهنجي نصيب ۾ اچي سو بردباريءَ سان سهين. جهڙيءَ طرح آٺ ريگستان مان لنگهندي بار جي تڪليف ۽ گرمي ۽ اڃ بک سهي وڃي ٿو ۽ ماندو نٿو ٿئي، تهڙيءَ طرح همت وارو ماڻهو به ڏکن ۽ جاکوڙن ۾ پنهنجا گڻ سنڀاليو ڪنيو وڃي.

عالي همت ماڻهو نصيب جي مخالفت جي پرواه

ڪانہ ٿو رکــي ، انجي ڪؤنس ڪري هنجي وڏي دل سست نہ ٿي ٿئي. هنجي خوشي ۽ آسودگي نصيب جي موافقت تي تعلق نٿي رهي ، تنهنڪري نصيب جي نا-وافقت ڪري هو ڏکي نٿو وڃي. سمنڊ ۾ بيٺل جبل وانگي هو مضبوط ۽ قائم بيٺو رهي ٿو ۽ لهرين جي لـڳڻ جي هنڪي پرواہ ئي ڪانهي.

هو پنهنجو مٿو ٽڪر تي بيٺل مناري وانـگي مٿي جهليو بيٺو آهي ۽ نصيب يا زماني جا آچلاٻـل تير اچيو سندس پيرن وٽ ڪريو پون. خوف جي وقت هنجي دل جي همت هنڪي تساڀ ڏئـي ڏاڍو ڪري ٿي ۽ سندس قائم مزاجي، هنڪي خوف مان لنگهائي پار نئي ٿي. حياتيءَ جي ڏکن ۽ مصيبتن سان هـو اهڙيءَ طرح مقابلو ڪري ٿوجهڙيطرح ڪوبہ ماڻهو جنگ تي وڃي ۽ سگهوئي فتح ڪري موٽي اچي. جڏهن مصيبت جو بار اچي ڪنڌ تي ڪڙڪندو اٿس تڏهن صبر ۽ تحمل جي ڪري هنجو بار هلڪو ٿيو پوي ۽ همت مردانـگي جي ڪري اهو آسانيءَ سان کنيو وڃي. پر ڪم همت ماڻهو نامراديءَ جي سبب ڏکيو نستو ٿيو وڃي ۽ ڏاڍو شرمندو ٿو ٿئي. مفلسي ۽ ڪنگاليءَ کان پڇي ڇڏڻ لاءِ هنڪي لاچار خسيس ڪم ڪرڻا ٿا پون ۽ بي همت ٿي ماٺ ڪري جلين سهڻ ڪري پاڻ وڏيڪ تڪليف ٿي پهچيس ۽ زياده

جئيون ٽيون ٽينس. جهڙيءَ طرح ڪک يا ڪاني ڪي ٽورڙيني هوا لوڏي ٿي تهڙيءَ طرح ڏک يا سختي جي ٿاچولي ڪان ٿي هو پيو ڏڪي. خوف جي مهل هو منجهيو موڳو ٿيو وڃي، مصيبت جي، ڏينهن هو ماندو ٿيو ڪريو پوي ۽ ڏيا ۽ ناآميدي، هنجي دل کي ڳنهيو ٻوساٽيو وجهي.

## فصل ستون - قناعت

اي عزيز! اها ڳالهه متان وسارين ته هن جهان ۾ خدا تعاليٰ پنهنجي ڏاهپ ۽ حڪمت سان تنهنجي جاءِ ۽ منزل مقرر ڪئي آهي. اُنهيءَ ڪري تنهنجيءَ دل جي سچي خبر آهي ۽ اهو تنهنجون اجايون ۽ بيهود يون خواهشون ڏسي ٿو ۽ تو تي رحم ڪري اڪثر آهي پوريون نٿو ڪري. انهيءَ هوندي به جيڪي سچايون ۽ چڱيون خواهشون آهن ۽ جيڪي سچائي ۽ ايمانداريءَ جون ڪوششون آهن تن سڀني جي پوري ٿيڻ لاءِ هن پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان دنيا ۾ اسباب ۽ اسڪان مقرر ڪيو آهي.

جيڪي ڏک ۽ عذاب توکي رسن ۽ جن مصيبتن جون تون دانهون پيو ڪرين تنجو بنياد ته ڏس ته، چا آهي؟ خود تنهنجي بيعقلي، خود تنهنجي مغروري، خود تنهنجي غلط فهمي! تنهنڪري جيڪي خدا تعاليٰ

رڻيو ۽ ڪيو آهي تنهنتي ڪرڪ نہ، نڪي پنهنجيءَ دل ۾ چوُ تہ جي مونکي دولت ۽ طاقت ۽ فرصت هجي ها تہ جيڪر آءٌ سگهيو ۽ خوش گذاريان ها، ڇا لاءِ جو توکي خبر هجي تہ جنکي اهي سڀ شيون آهن تنکي بہ پنهنجا پنهنجا اهنج ۽ ڏک آهن. غريب ماڻهو، دنيادار جا فڪر ۽ انتظار نٿو ڏسي، طاقت يا حڪومت جي مشڪلاتن ۽ مونجهارن جي هنکي خبر ڪانہ آهي، فرصت يا وقت جي موجوديءَ مان ڪيتري بيزاري ۽ آزادگي پيدا ٿي ٿئي تنهنجو هنکي سماءُ ئي نٿو پوي، اهو انهيءَ ڪري آهي جو هو پنهنجيءَ حالت مان ناراض آهي ۽ پنهنجيءَ قسمت تي پيو ڪرڪي. پر ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي ظاهري سک يا خوش قسمتيءَ تي توکي ريس ڪرڻ نہ گهرجي ڇالاءِ جو هنجي اندر جي ڏکن جي توکي ڪابہ خبر ڪانهي.

ٿوري تي ئي قناعت ڪرڻ ۽ راضي رهڻ ڪمال عقلمندي ۽ دانائي آهي، ۽ جيڪو پنهنجي دولت وڌائي ٿو سو پنهنجا فڪر ۽ انتظار وڌائي ٿو، پر قناعت واري دل هڪڙو ڳجهو خزانو آهي، جو گهٽيءَ ۽ انتظار کي پاڻ روڪي ٿو. انهيءَ هوندي بہ جي ڪم نصيبي ۽ بدقسمتيءَ جي سبب تون پنهنجيءَ دل مان انصاف ۽ پرهيزگاري ۽ نيڪ نيتي ۽ حيا وڃڻ نہ ڏيندين تہ دولت بہ توکي فڪر ۽ انتظار ۽ گهٽيءَ ۾ نہ وجهندي. پر انهيءَ مان توکي ياد رکڻ

گهرجي تہ انسان آخر فنا ٿيڻو آهي، تنهنکي پلانج خوشي ۽ نسوري سک جو پيالو ڪٿان پيڻ لاءِ ملي ٿو سگهي؟ خدا تعاليٰ هنکي نڪيءَ جي ميدان ۾ ڊوڙڻ لاءِ ڇڏيو آهي ۽ سعادت يا نيڪبختي هنجي منزل مقصود آهي، جتي هنکي پهچڻو آهي، پر جيسين ماڻهو اهو سڀ پنڌ ڪري نہ رهندو ۽ خدا جي درگاه مان هنکي هميشه جي حياتيءَ جو ڇٽ عطا نہ ٿيندو تيسين هو انهيءَ منزل تي پهچي نہ سگهندو.

## فصل اڏون - پرهيزگاري

هن جهان ۾ جيڪو سک تون ڀوڳي سگهين ٿو سو اهوئي آهي تہ توکي خدا کان تندرستي ۽ ذاهپ ۽ دل جو آرام حاصل ٿئي. جي اهي برڪتون توکي مليون ۽ آهي تون پيريءَ تائين سنڀاليو آئين تہ اهي توکي پاڻهي شهوت پرستيءَ کان بچايو ايندءُ ۽ بدپرهيزگاريءَ جي دلبي ۾ ڦاسڻ نہ ڏينديون. جڏهن اها شهوت پرستي يا بدپرهيزي پنهنجو دسترخانو وڇائي ٿي عيش عشرت جو سامان موجود ڪري ٿي، جڏهن هنجو شراب پيالي ۾ چمڪي ٿو ۽ هوءَ مرڪي ٿي ۽ توکي خوشين ڪرڻ ۽ مزن ماڻڻ لاءِ لگهاري ٿي، تڏهن تنهنجي لاءِ سچو پڇو خوف جو وقت آهي؛ تڏهن عمل ۽ ذاهب کي خبردار ٿيڻ ۽ قائم رهڻ ڏي؛ چالاءِ جو جيڪڏهن

تون سندس دشمن جي ڳالهه ٻڌندين ته ڏکجي ويندين ۽ ڦاسي پوندين. جنهن خوشيءَ جو هوءَ توکي دلاسو ٿي ڏني سا ڦري ديوانگي ٿي پوندي ۽ جيڪي هنجا مزا ۽ عيش آهن تن مان مرض ۽ موت پيدا ٿي پوندو. هنجي دستر خواني جي چوڌاري نظر ڪر ۽ هنجي مهمانن ڏي نهار، ڏس ته ڪيئن نه هو سندن مٺي ڳالهائڻ ۽ کلڻ تي ڏکجي اچي گڏ ٿيا آهن ۽ ڏتارجي ڦاسي ويا آهن. هو ڏٻرا ڪين ٿا ڏسجن ڇا؟ بيمار ڪين ٿا ڏسجن ڇا؟ بي همت ڪين ٿا ڏسجن ڇا؟ هننجي خوشي ۽ عيش عشرت جي گهڙي جهٽ ۾ پوري ٿئي ٿي ته پنيان ڏک ۽ بيماريءَ جا ڏينهن اچيو ٿا پهچن، هنجي اشتها اهڙي مري وڃي ٿي ۽ هنجا حواس اهڙا نستا ٿيو وڃن جو تمام لذيذ ۽ فرحت وارين شين مان به هننکي ڪا لذت ۽ خوشي نه ٿي اچي. شهوت ۽ عيش عشرت جا جي پرستش ڪرڻ وارا هئا سي آنهيءَ جي هٿان تباه ٿي پيا آهن. جي ماڻهو خدا تعاليٰ جي بخشش ڪي اجائي طرح ڪم آڻين ٿا تنجي لاءِ اها جوڳي سزا آهي ۽ اهڙن ڪمن جو نتيجو اصل اهڙو مقرر ٿيل آهي. شهوت پرستيءَ يا بد پرهيزيءَ جو اجهو اهو حال آهي!

پر هوءَ جا ڊيل وانگي تلندي اچي ۽ خوبصورت ۽ چالاڪ ڏسڻ ۾ ٿي اچي سا ڪير آهي؟ هنجا ڳل، ڳلاب جهڙا آهن ۽ هنجا چپ، ڳاڙها ۽ فرحتي آهن،

هنجي اکين ۾ سرهائي ۽ لڄ ۽ پاڪدامني پيئي
چمڪي ۽ جئن هلندي وجي تيئن دل جي خوشيءَ
مان مٺا مٺا گيت ڳائيندي وڃي. انهيءَ جو نالو
ڦمڊ رسڪي اٿيئي! اها ٻورهڙي ۽ ٻرهوزڪاريءَ
جي ڏيءَ آهي. آنهيءَ جا پٽ مٺي جابلو ماڪن ۾
رهن ٿا. اهي بهادر، چالاڪ ۽ همت ڀريا آهن.
آنهن ۾ به سندن پيءُ واريون خوبيون ۽ نيڪيون آهن.
هننجو بدن، مضبوط ۽ قوت وارو آهي؛ هننجو هڏ، لوه
جهڙو ڏاڍو آهي ۽ سڄو ڏينهن خوشيءَ ۽ هيج
مان هو محنت ۽ ڪمائي ڪن ٿا.

پيءُ واري ڪرت ڪرڻ ڪري هنجي اشتها زياده
ٿئي ٿي ۽ سندن ماءُ جي موجود ڪيل ماني ڪائڻ
ڪري هو تازا توانا ٿين ٿا. ڦمڊماٽي خراڪش ۽
شهوذن سان وڙهڻ هننجي لاءِ هڪڙي وندر آهي
۽ خراب عادتن کي ماري مڃائڻ هننجي لاءِ هڪڙو
فخر آهي. هننجون خوشيون پوريون پنيون ۽ موافق
آهن ۽ تنهنڪري اهي گهٽي تائين جٿاءُ ڪن ٿيون،
هننجو آرام به پورو پنو آهي مگر اهو ڪنهن به سبب
جي ڪري ڦٽي نٿو ۽ نه آنهيءَ کي وڃڻ ڪا حرڪت
پهچي ٿي. هننجو رت صفا آهي ۽ هننجون دليون
صاف ۽ آرام واريون آهن؛ هننکي طبيب ۾ ڪو به
ڪم ڪونه ٿو پوي، تنهنڪري اهو ڪڏهن به سندن
گهر ۾ نه ايندو آهي.

پر انسان وٽ سلامتي هميشه نہ رهندي آهي ۽ حفاظت ۽ خبرداري سندس گهر ۾ اڪثر نہ ٽڪندي آهي. هنکي ٻاهران بہ نوان نوان خوف خطرا آهن ۽ هنجي اندر ۾ بہ هڪڙو ٺڳ، دغاباز اڪل رهي ٿو يعني ڏهس، جو هنکي خوار خراب ڪري ٿو.

ماڻهن جي تندرستي، قوت، چالاڪي ۽ خوبصورتي ڏسي شهوت جي دل سرڪي ٿي ۽ سندس دل ۾ هنجي محبت جاڳي ٿي. هوءَ هارسينگار ڪري پنهنجي باغيچي ۾ سير ڪري ٿي ۽ هننجو دڳ جهلي بيهي ٿي. هنجو بت نرم آهي، هنجي شڪل موهيندڙ آهي؛ هنجي پوشاڪ پڪڙيل آهي. هنجي اکين ۾ عشق جي باه ٻئي ٻري ۽ هنجي ڇاتيءَ تي شوق جو سامان پيو ڏسجي، هوءَ اکر سان هننکي اشارو ڏئي ٿي ۽ نازسان هنن ڏي نهاري ٿي ۽ زبان سان مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪري هنجي دل کي ريبي ٿي.

پر پيچ پچ، متان آنهيءَ کي ويجهو وڃين، پنهنجا ڪن بند ڪر، تہ هنجون جادوءَ جهڙيون ٻوليون نہ ٻڌين. جيڪڏهن تون هنجون من موهيندڙ ٻوليون ٻڌندين يا جي هوءَ اچي توکي ياڪر وجهندي تہ پوءِ توکي عمر لاءِ پنهنجن زنجيرن ۾ ٻڌي قابو ڪري ڇڏيندي. پوءِ انهيءَ جو نتيجو آهي شرمندگي، پشيماني، بيماري، مفلسي ۽ انتظاري. پوءِ تنهنجا عضوا عيش عشرت،

سستي ۽ بيڪاريءَ ڪري نستا ۽ ڪمزور ٿي پوندا ۽ تنهنجو بدن بيمار ۽ ضعيف ٿي پوندو، تنهنجي عمر ٿوري ٿي پوندي ۽ جيڪي باقي ڇمار جا ڏينهن هوندءَ سي به عذاب سان گذرندءِ، تنهنجا ڏک وڏي گهٽا ٿي پوندا ۽ ڪوبه توتي رحم ڪونه ڪندو نه ڪو ڪو توکي دلاسي ڏيڻ لاءِ ويجهو ايندو.

## باب ٻيون

## دل جون حالتون

### فصل پهريون - اميد ۽ ڊپ

اميد جا انجام ۽ دلاسا گلاب جي مکڙين کان به وڌيڪ وڻندڙ ۽ دل کي خوش ڪندڙ آهن، مگر ڊپ جا ڏڙڪا دل کي ڏيڇاريو ڏڪايو ڇڏين. تڏهن به چڱي ڪم ڪرڻ ۾ نڪي اميد جي ڪوڙن دلاسن تي ٺڳج، نڪي ڊپ جي ڏڙڪن کان ڊڄج، جو انهيءَ ڪري جيڪي به ٿيڻو هوندو تنهنجي لاءِ تون هڪجهڙو تيار رهندين. موت جا خوف نيڪ ماڻهن جي لاءِ خوف ناهن. پنهنجو همٿ بديءَ کان جهل، پوءِ تنهنجي روح کي ڪوبه خوف ڪونهي. ڪهڙي به ڪم ۾ همٿ وجهين ته دل ۾ واجبي يقين رک ته همت اڳيئي ۽ ڪوشش سڄاڻي ٿيئي؛ پر جي ڪڇيءَ ۾ ٿي نااميد ٿيندين ۽ همت هاريندين ته ڪڏهن به

فتحياب نہ ٿيندين. پنهنجي روح کي اجايا ۽ بي بنياد ڊپ ڏيئي نہ ڊيڄار، نڪي پنهنجي دل کي خيالي خوفن ۽ خطرن سان بي همت ڪر. خوف مان اڪثر بدنصيبي پيدا ٿئي ٿي، پر جيڪو اميد رکي ٿو سو پاڻکي مدد ڏئي ٿو.

شتر مرغ کي جڏهن وٺڻ لاءِ پٺيان پئبو آهي تڏهن هو پنهنجي سسي واريءَ ۾ لڪائي ڇڏيندو آهي ۽ ٻئي سڄي بت جي خبر ئي نہ رکندو آهي، تهڙيءَ طرح ڊڄڻي ماڻهوءَ کي اندر جا ڊپ، خوف ۾ وجهن ٿا. جيڪڏهن تون وسهين ٿو تہ ڪا ڳالهہ ناشدني آهي تہ تنهنجي نااميديءَ ڪري اها ضرور ناشدني ٿيندي؛ نہ تہ جيڪو اميد رکي ۽ اڻ ورچ ٿي لڳي ٿو تنهنکي ڪابہ مشڪلات روڪي نہ ٿي. اجائي اميد، بيعقل جي دل کي ڏاڍو خوش ڪري ٿي پر عقل وارو ماڻهو انهيءَ جي پٺيان نٿو لڳي.

سڀني خواهشن ۾ عقل کي اڳواڻ ڪر ۽ پنهنجون اميدون امڪان جي حد کان ٻاهر نہ رک. ائين ڪرڻ ڪري تون پنهنجن ڪمن ۾ فتحياب پيو ٿيندين ۽ نااميدي، تنهنجي دل کي درد نہ ڏيندي.

## فصل ٻيو. خوشي ۽ غم

تنهنجي خوشي ايتري گهٽي نہ هئڻ گهرجي جو

تنھنجي مغز ۾ نشو چڙھي وڃي ٿو تنھنجو ڏک ٻه ايترو ڳرو نه ھوندو جو تنھنجي دل ماندي ٿي وڃي. ھن دنيا ۾ نه اھڙو ڪو فائدو حاصل ٿي ٿو سگھي جنھنڪري بيحد خوشي پيدا ٿئي ۽ نه ڪو اھڙو نقصان ٿو پھچي جنھنڪري نھايت سخت ڏک ٿئي. نه اھڙي خوشي توکي وچولي درجي کان مٿي چاڙھي ٿي ۽ نه اھڙو ڏک توکي پوري پني حد کان ھيٺ ڪيرائي ٿو.

ڏس، اوچھو پريان خوشيءَ جو گھر ڀيٽو اٿيئي. انھيءَ جي ٻاھران نقش نگار نڪتل آھن ۽ ڏاڍو سھڻو پيو ڏسجي. انھيءَ سان ڪل چرچي ۽ ڇھچٽي جو آواز پيو اچي. گھر جي مالڪياڻي ٻه اھا در تي ويٺي اٿيئي ۽ جيڪي لنگھن ٿا تنکي وڏي سڏ پئي سڏي. ھوءَ ڪڏھن ڳائي ٿي، ڪڏھن کلي ٿي، ڪڏھن وڏي سڏ ڳالھائي ٿي. ھوءَ رھگذرن کي چوي ٿي ته اندر ھلي مزا ڪريو، فرحتون وٺو جو اھڙو مزو ٻئي ھنڌ نه ڏسندؤ. پر تون ھنجو در نه لنگھجئين، نکي جيڪي ھنجي گھر ۾ اچڻ وارا آھن تن سان سنگت رکجئين! ھو پاڻکي خوشيءَ جا چاڙتا ٻـا ٻالڪا ٿا سڏائين، ھوڪلن ٿا ۽ نھايت خوش پيا ڏسجن، پر جيڪي ڪم ھو ڪن ٿا سي سڀ چريائيءَ ۽ ناداني جھڙا! ھنجي فساد سان يـارائي آھي ۽ جيڏي ھو وڃن ٿا تيڏي خرابي پيدا ٿي ٿئي، ھن جي چوڌاري خوف ۽ خطرا اچي گڏ ٿيا آھن ۽ ھننجي پيرن جي ھيٺان موت ۽ ھلاڪت جي ڪڏ وات پٽيو پيئي آھي.

هاڻ وري هن پاسي نهار، ڏس هنن وڻن جي هيٺان ماڻهن جي نظر کان الڳ غمگينيءَ جو گهر بيٺو آهي. هوءَ سڏڪا ڀني پري ۽ ٿڌا ساهه پئي کڻي ۽ وري وري ماڻهن جي ڏکن ۽ غمن جون ڳالهيون پئي ڪري. حياتيءَ جا جيڪي رواجي اتفاق پيا ٿين ۽ عام حادثا پيا گذرن تن ڏي نهاريو پئي روئي، هوءَ ماڻهن جي بدڪاريءَ ۽ گنهگاريءَ جو ذڪر پئي ڪري .

سارو جهان هنجي نظر ۾ خرابيءَ ۽ فساد سان ڀريل نظر پيو اچي، جيڪا شيءِ ڏسي ٿي تنهن مان زياده فڪر ۽ ڳڻتي ۽ ارمان پيو ٿيس، رات ڏينهن سندس گهر ۾ ڏک جون دانهون ۽ رڙيون پيون پون . متان هنجي گهر ڪي ويجهو ويو آهين، نه ته تنهنجو به هن جهڙو حال ٿيندو . هنجي آه اهڙي آهي جو حياتيءَ جي باغ جا ميوا ساڙيو ڇڏي ۽ گل سڪايو ڇڏي.

جيئن خوشيءَ جي گهر کان پڇو آهين، تيئن هن غم جي گهر ڪي به اوڏو نه وڃ، پر سنڀال ڪري پنهي جي وچان رستو وٺيو وڃ ته هڪڙي هلڪي چاڙهي چڙهي، وچي قناعت جي باغ واري مڪان ۾ پهچندين . انهيءَ سان گڏ **سلامتي ۽ خاطر جمعي** به رهن ٿيون. هوءَ پاڻ خوشدل ۽ خوشرو آهي، پر اجائي خوشي ۽ بيحيائي کان اٿس، هوءَ صبر ۽ تحمل واري آهي، مگر اجايا فڪر ۽ خيال ڪين اٿس . هوءَ

دنيا جي خوشين ۽ ڏکن کي بردباريءَ ۽ قائم مزاجيءَ سان ڏسي ٿي. انهيءَ مٿانهينءَ جاءِ تان هيٺ نظر پوي ٿي، آتي ڏسندين ته جيڪي ماڻهو دل جي هلڪائيءَ ۽ اجائي شوق ڪري، خوشيءَ جي گهر ۾ وڃي سندس سنگت سان موجن ماڻڻ ۾ شامل ٿيا آهن سي ڪهڙا نه پشيمان ۽ ملول ٿيا آهن ۽ پنهنجا ڏينهن ڪيئن نه خواريءَ خرابيءَ ۾ پيا ڪٽين ۽ حياتيءَ جي ڏکن ۽ مصيبت جون دانهون پيا ڪن! انهن جو حال ڏسي، توکي افسوس ٿيندو، ۽ هنن جي گمراهي ڏسي تون پاڻ سنڀاليندين ۽ سڌين رستي تي ايندين.

## فصل ڏهون - ڪاوڙ

جيئن واچوڙو، ڇوهه ۾ وڻ ٽڻ پاڙون پٽي ڇڏي ٿو ۽ جتان لنگهي ٿو اتان سڀ ڪيو ڇڏي، يا جيئن زمين جو ڏڪڻ، شهرن جا شهر غرق ڪري ڇڏيندو آهي، تيئن ڪاوڙيل ماڻهوءَ جو غصو، چوڌاري حرڪت ۽ نقصان پهچائي ٿو، هن مان سيڪنهن کي خوف آهي ۽ هنجي هٿان سڀ شيءِ ناس ٿئي ٿي.

پر خيال ڪر ۽ پنهنجي ضعيفي ۽ بي طاقتي نه وسار، ته پوءِ پاڻهي ٻين جا قصور معاف ڪندين. اکيون پوري ڪاوڙ ۾ ڪاهي نه پئُ، ائين ڪرڻ، گويا ترار لائي تکو ڪرڻ آهن، جنهن سان تون پاڻ پنهنجي ڇاتي ۾ ڦٽي وجهندين ۽ پنهنجي دوست کي

بہ کوي رکندين. جي تون خسيس ڇڙ ڏيارڻ جهڙيون ڳالهيون، صبر ۽ تحمل سان ٻڌي ويندين ته ماڻهو چوندا ته تون ڏاهو ماڻهو آهين ۽ جي تون آهي اصل دل تان لاهي، وساري ڇڏيندين ته تنهنجيءَ دل کي آرام ايندو ۽ تون پشيمان ڪين ٿيندين.

ڏسين نٿو ته ڪاوڙيل ماڻهو، پنهنجو هوش ۽ عقل، گم ڪري ڇڏي ٿو؟ جيسين تنهنجا حواس برجاءِ آهن تيسين ٻئي جي چريائيءَ ۽ بيهوشيءَ مان سبق سکي وٺ. ڪاوڙ ۾ ڪي بہ نہ ڪر، طوفان لڳندي، ماڻهو ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، سمنڊ ۾ ڇو ڪاهي پوي؟

شوخيءَ ۽ بي ادبيءَ جهڙين ڳالهين تان رڳو بي عقل کي ڇڙ لڳي ٿي، پر ڏاهو ماڻهو، انهن تي ڪلي ٿو ۽ بي پرواهي ظاهر ڪري ٿو.

وير ۽ ڪيني کي دل ۾ جاءِ نہ ڏي نہ ته تنهنجي دل کي ڏاڍا عذاب ايندا ۽ تنهنجا تمام چڱا خيال بہ بگڙي ۽ بدلجي ويندا. ايذاءَ جي بدلي ڏيڻ جي بدران پڻ معاف ڪرڻ جي لاءِ هميشه تيار رهہ؛ جيڪو وير وٺڻ جي لاءِ وجهہ ڳولي ٿو سو ڄڻ ته پاڻکي ايذاءُ پهچائڻ جو وجهہ ٿو ڳولي ۽ تڪليف ۽ نقصان پنهنجي سر تي آڻي وجهي ٿو.

ڪاوڙيل ۽ تتل ماڻهوءَ جي آهستي ۽ ٿڌيل جواب ملڻ ڪري ٻئي جي گرمي گهٽ ٿيو وڃي؛

جهڙيءَ طرح پاڻي پوڻ ڪري ٻاھ وسامي وڃي ٿي، انهيءَ ڪري ھو دشمن مان ڦريو دوست ٿيو پوي.

ويچار ڪري ڏس تہ اھڙيون ڪي تمام ٿوريون شيون آهن جي في الحقيقت ڪاوڙ جي لائق آهن ۽ انهيءَ ڳالھہ تي شايد تو اي عجب لڳندو تہ ڪاوڙ رکڻ جاهلن ۽ بيعقلن کي اڇڻ گھرجي. ڪاوڙ شروع رکو آڻ سمجھائيءَ ۽ ضعيفائيءَ جي حالت ۾ ٿي ٿئي، پر توکي ياد رکڻ ۽ پڪ ڄاڻڻ گھرجي تہ آنهيءَ جي پڇاڙي، گھڻو ڪري پشيماني آهي. آڻ سمجھائيءَ جي پٺيان شرمندگي لڳي اچي ۽ ڪاوڙ جي پٺيان پشيماني لڳي اچي.

# فصل چوڏهون - رحم

جهڙيءَ طرح بهار جي موسم، زمين تي هر طرف گل ٻوٽا پيدا ڪري ٿي ۽ جهڙيءَ طرح اونهارو قسمين قسمين جا آن پچائي ٿو ۽ جتي ڪٿي سڪار ڪيو وجھي، تهڙيءَ طرح رحم بہ پنهنجيءَ برڪت ۽ دعا سان درد ۽ مصيبت وارن ماڻهن جي دل کي دلاسو ڏئي ٿو. جيڪو ٻئي تي رحم ڪري ٿو سو ڄڻ تہ خود پنهنجي لاءِ رحم جي سفارش ڪري ٿو ۽ لياقت ڏيکاري ٿو، پر جنهنکي رحم ڪونهي سو پاڻ بہ رحم جو لايق ناهي. ڪاسائيءَ کي ٻڪريءَ جي

پيڪڻ ته، ڪربه قياس ڪونه ٿو اچي، تهڙيءَ طرح بيرحم ماڻهوءَ کي به ڪنهن درد يا مصيبت واري تي ترس ڪونه ٿو پوي.

پر رحم واري جون هنجون اهڙيون وڻندڙ آهن جهڙا گلاب جي گلن تي ماڪ جا ڦڙا، بلڪ انهيءَ کان به وڌيڪ، تنهنڪري غريبن جي دانهن ڪنن ڌار نه ڪر، ۽ نه ويچارن بيگناهه مصيبت زدن ڏانهن دل سخت ڪر.

جڏهن ڪو ڇورو يتيم توکي پڪاري ٿو، جڏهن ڪا رن زال ڏکن جي مونجهاري ۾ روئي رڙي ٿي ۽ تنهنجي مدد گهري ٿي، تڏهن ضرور هنجي درد واريءَ حالت تي رحم آڻ ۽ جن ڪسي کوبه پيو مدد ڏيڻ وارو ڪونهي تنجي دستگيري ڪر. جڏهن تون ڪو آگهاڙو ماڻهو گهڻيءَ ۾ گهمندو ۽ سيءَ واءَ ۾ ڏڪندو ڏسين، تڏهن تنهنجي دل ۾ ضرور رحم اچڻ کپي. تڏهن توکي مناسب آهي ته، مهربانيءَ ۽ سخا جي نظر سان هنکي پناهه ڏين ۽ موت کان بچائين، جو انهيءَ ڪري تون به پاڻ گهڻي تائين جيئندين. جڏهن ڪو مسڪين ۽ غريب ماڻهو، بيماريءَ جي بستري تي پيو ڪنجهي ۽ رڙيون ڪري، جڏهن ڪو مصيبت زدو، قيد ۽ بند ۾ پيو عذاب ڪائي، جڏهن ڪو ڪراڙو ۽ ضعيف

ماڻهو مدد ۽ رحم جي لاءِ پاسي پر پيو توڏي نهاري، تڏهن ڪيئن تنهنجي دل چوي ٿي ته تون پيو عيش عشرت ڪرين ۽ موجون ماڻين؟، تڏهن ڇو توکي هنجي احتياجن جو ڪوبه دلم خيال ڪونه ٿو اچي ۽ هنجي ڏکن جو ڪوبه دلم اثر ڪونه ٿو ٿئي؟

## فصل ڏهون - نفساني خواهش

اي جوان! سنڀال ڪر، متان شهوت پرستيءَ يا نفساني خواهش جي ڌتارڻ تي آنجي پٺيان هليو وڃين، انهيءَ بدڪارڻ جي ناز نخري تي لڳي متان وڃي مندس صحبت ۾ ڦاسين ۽ عيش عشرت ۾ شامل ٿين! اهڙي ڇريائيءَ مان ڪوبه مطلب حاصل نٿو ٿئي، پهرين پهرين شهوت جي جوش ۾ اکين تي رَوَ چڙهيو وڃن ۽ ماڻهو انڌو ٿئي ٿو، پرءِ ٿاپا کايو، وڃيو کڏ ۾ پوي ۽ ناس ٿئي. تنهن ڪري هنجي من موهيندڙ ناز نخري ڏي نه نهار، ۽ پنهن جي دل، انهيءَ ڏائڻ جي دام ۾ نه ڦاساءِ. تندرستيءَ جو چشمو، جنهنمان خوشيءَ جي نهر ۾ پاڻي اچي ٿو، سو سگهو ئي سڪي ويندو ۽ سرهائيءَ جو سيڪو حوض سگهوئي خالي ٿي پوندو. جوانيءَ ۾ ئي توکي پوڙهائي اچي لڳندي، اجا تنهنجي حياتيءَ جي ڏينهن جو صبوح ئي هوندو ته تنهنجو سج لهڻ لڳندو.

پر جڏهن ڪنهن نازنين زال ۾ سونهن سان گڏ نيڪي ۽ حيا به موجود آهي تڏهن انجي حسن جو تجلو آسمان جي تارن کان به وڌيڪ چمڪندڙ آهي ۽ انجي جادوءَ جو اثر روڪجڻ جوڳي ناهي. هنجي سيني ۾ صفائي، سوسن کان به زياده صاف آهي ۽ هنجي خوشروئي، گلاب جي تڙيل گلن کان به وڌيڪ وڻندڙ آهي. هنجي اکين ۾ حيا ۽ پاڪدامنيءَ جو آب آهي، هنجي دل سچ، سادگيءَ ۽ اوچهائيءَ سان ڀري پئي آهي. هنجي وات مان ڪٿوريءَ جهڙي خوشبوءِ پئي اچي ۽ هنجي چپن ۾ ماکيءَ جهڙو مٺاڻ رکيل آهي.

اهڙي نيڪ ۽ لائق زال جي محبت ڪي خوشيءَ سان دل ۾ جاءِ ڏيڻ گهرجي، انهيءَ جي پاڪ اثر کان تنهنجي دل به پاڪ ۽ نرم ٿيندي ۽ سنجهس نيڪي ۽ شرافت جا خيال پيدا ٿيندا.

## باب ڏيون

### زال

اي پيار ۽ محبت جي جائي! سمجهه ۽ سياڻپ جي تعليم ڏي ڪن ڏي ۽ سچ ۽ ڏٺ جي نصيحت پنهنجي دل تي وهار، جو انهيءَ ڪري

تنهنجيءَ دل جو حسن، تنهنجي منهن تي حسن وڌائيندو ۽ تنهنجي سونهن، جا گلاب جي گل جهڙي آهي، سا ڪومائجڻ وقت بہ تازي ۽ سرهي رهندي.

جوانيءَ جي ڏوهہ ۾ ۽ حياتيءَ جي صبح مهل، جڏهن مرد ماڻهو توکي ڏسي، توتي ديوانا ٿيو ٿا پون، تڏهن سنڀال ڪجئين، مٺان هنن جي مٺين ڳالهين تي لڳين ۽ هننکي پنهنجي دل ڏئي ويهين! ياد رکج تہ خدا تعاليٰ توکي مرد جي سچي سنگت لاءِ خلقيو آهي، نہ سندس شهوت جي غلاميءَ لاءِ. تنهنجي پيدا ٿيڻ سان مدعا اهو آهي تہ تون هنکي حياتيءَ جي محنتن ۽ مشڪلاتن ۾ مدد ڪرين، پنهنجي نرمدليءَ ۽ خوش روئيءَ سان هنجي دل کي دلاسو ڏين ۽ هنجي فڪرن ۽ انتظارن جي عيوض ۾ هنکي سچيءَ دل سان پيار ڪرين.

آها ڪير آهي جا مڙس جي دل وٺي قابو ڪري ٿي ۽ هنکي حڪمان حڪم پنهنجي محبت جو مطيع ڪري ٿي؟ پريان ڏس تہ ڪيئن نہ هوءَ سرهي منهن سان پئي هلي! اکين ۾ حيا اٿس ۽ دل ۾ سچائي ۽ ايمانداري اٿس. هوءَ هٿن سان گهر جي هاج ڪري ٿي ۽ پيرن سان ڪم ڪار جي پٺيان پنڌ ڪري ٿي؛ هنکي صاف سادا ڪپڙا آهن؛ هوءَ پرهيز جو ڪاڏو ڪائي ٿي ۽ هنجي مٿي تي نماڻائيءَ ۽ نياز جي چادر

آهي. هنجي زبان مٺي آهي ۽ سندس وات مان ماڪيءَ
ڪان ٻه مٺا ٻول پيا نڪرن. جيڪا ڳالهه ڪري
ٿي سا شائستي ۽ سنجيدي آهي ۽ جيڪو سوال جو
جواب ڏئي ٿي سو سچو ۽ مناسب آهي. تابعداري
۽ فرمانبرداري، هنجي هميشه جي عادت آهي ۽
انهيءَ سان هنجي دل کي سدائين سک ۽ آرام
حاصل ٿئي ٿو.

جيڏي وچي ٿي تيڏي سمجهه يا سياڻپ
سندس اکيان هلي ٿي ۽ نيڪي يا اشرافت
سندس پاسو وٺي هلي ٿي. هنجون اکيون، محبت ۽ شوق
سان ڀرن پيون، مگر عقل لٽ ڪنيو سندس پرن
جي مٿان ويٺو آهي. بدچال ۽ خراب ماڻهن جي
زبان، هنجي اکيان ڇري نه ٿي سگهي، هنجي نيڪيءَ
جي ڏيا اهڙي آهي جو هو ڪي به ڪچي نٿا سگهن.

جڏهن سندس اکيان پاڙي اوڙي جي گلا هلي
ٿي يا ڪنهنجي ساراه ڪرڻ ۾ اچي ٿي، تڏهن نيڪ
نيتيءَ ۽ خيرخواهيءَ جي ٻن اکرن ڪانسواءِ هوءَ ٻيو
ڪي به ڪين ٿي ڳالهائي. هنجي اندر ۾ رڳي چڱائي
آهي، تنهنڪري هنکي ٻين ۾ بڇڙائي جو ڪو گمان
نٿو پوي.

وڏا ڀاڳ آهن انهيءَ شخص جا جنهنجي گهر ۾
اهڙي زال هجي، سڀاڳيو سدورو آهي آهو ٻار، جو

آنهيءَ کي ماءُ ڪري سڏي. گهر جو سڄو هلت هنجي حوالي آهي، تنهنڪري اتي صلح ۽ سک رهي ٿو. هوءَ سمجهه ۽ ويچار سان حڪم هلائي ٿي ۽ سڀڪو هنجي ڳالهه مڃي ٿو.

هوءَ صبح جو سوير اٿي ٿي ۽ ڪم ڪار جي رٿ ڪري ٿي ۽ سڀڪنهن کي پنهنجي ڪم ورڇي ڏئي وڃي ٿي. هنجي سموري خوشي، ٻارن ٻچن جي سنڀال ڪرڻ ۾ آهي، رڳو آنهيءَ ئي ۾ هو مشغول ۽ محو رهي ٿي. هنجي گهر ۾ هر طرف نزاڪت، بندوبست ۽ صرفو پيو نظر اچي. هنجي سگهڙائي ۽ حسن انتظامي، سندس مڙس جي لاءِ فخر آهي، آهو هنجي ساراهه ڏي بهار پيو ڏئي.

هوءَ پنهنجي اولاد کي نيڪيءَ ۽ ڏاهپ جي تعليم ڏئي ٿي، پنهنجي نيڪدليءَ جي نموني ٿي هنکي به هيرائي ٿي. هو سندس حڪم ۾ اهڙا ٻڌل آهن جو جيڪي هو چوين ٿي، تنهنتي هو عمل ڪن ٿا، سندس اکين جو اشاروئي هننجي فهمائش لاءِ بس آهي.

هوءَ ڳالهائي ٿي ته سندس نوڪر يا نوڪرياڻيون اٿيو آنهيءَ ڪم ڏي ڀڄن. هوءَ ڪا هاج ڏسي ٿي ته جهٽ ۾ ٺيو پوي. سک جي وقت هوءَ هٺ يا وڏائي نه ٿي ڪري ۽ ڏک ۾ هوءَ صبر ۽ تحمل سان مصيبت جو بار کڻي ٿي ۽ بدقسمتيءَ جا زخم

چنائي ٿي. سندس سڙس جا ڏک، سندس صلاح ۽
مصلحت سان گهٽجي وڃن ٿا، ۽ سندس پيار ۽ محبت
سان منجي سک ٿين ٿا، هو پنهنجو حال، هن سان
اوري ٿو ۽ دل کي تسلي اچيس ٿي.

سچي پچي، وڏا ڀاڳ آهن انهيءَ شخص جا جنهن
جي هوءَ زال آهي ۽ چڱو نصيب آهي انهيءَ ٻار
جو جنهن جي هوءَ ماءُ آهي!

## باب چوٿون

## مائٽي مٽي

### فصل پهريون- مڙس

توکي پرڻجڻ گهرجي ۽ خدا تعاليٰ جو حڪم
مڃڻ گهرجي. پرڻجي پوءِ تہ پوءِ پنهنجي قوم جو
هڪڙو ايماندار شريڪ ليکجڻ ۾ اچين.

پر پرڻجڻ جي لاءِ ڏاڍي خبرداري ڪر ۽ سواءِ
خيال جي اوچتوئي اوچتو ڪنهن زال کي پسند نہ
ڪر، جيڪا زال هينئر تون پسند ڪندين، تنهن تي
تنهنجو ۽ تنهنجي پوئين پيڙهيءَ جي آئينده جو سک
منحصر رهندو.

جا زال پنهنجو گهڻو وقت پوشاڪ ۽ سينگار ۾ وڃائي ٿي، جا پنهنجي حسن تي پاڻ عاشق آهي ۽ پنهنجي تعريف ٻڌي خوش ٿئي ٿي، جا گهڻو ڪلي ٿي ۽ وڏي سڏ ڳالهائي ٿي، جنهنجا پير پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ ٽڪا نه ڪن ۽ جنهن جون اکيون بيحيا ٿين، مڙس جي منهن ڏي پيون نهارين، اهڙي زال، جي حور ۽ پري ڪٿي هجي، ۽ چوڏهينءَ جي چنڊ جهڙي سهڻي ڪٿي هجي ته به تون پنهنجون اکيون انهيءَ جي حسن ۽ ناز ڪان پاسي ڪر ۽ پنهنجا پير انهيءَ جي وات ڪان پري ڪر، ۽ پنهنجي دل انهيءَ جي محبت جي دام ۾ نه ڦاساءِ.

پر جڏهن تون ڪنهن ۾ هوش ۽ عقل، چڱين عادتن ۽ اخلاقن سان گڏيل ڏسين ۽ باطني علميت ۽ فضيلت، ظاهري شڪل ۽ شباهت سان مليل ڏسين، تڏهن گهڻي خوشيءَ سان انهيءَ کي پنهنجي گهر آڻ. اها هميشه لاءِ تنهنجي جاني خيرخواه ۽ سچي سنگتياڻي ۽ پياري زال ٿيڻ جي لائق آهي. انهيءَ کي ائين ڄاڻ ته جڻ خدا تعاليٰ تنهنجي لاءِ آسمان مان برڪت ۽ سعادت موڪلي آهي، انهيءَ سان اهڙي محبت ۽ مهرباني ڪر جو هنڪي جان ڪان پيارو لڳين. اها تنهنجي گهر جي ڏياڻي ۽ ملڪيت جي مالڪياڻي آهي، تنهنڪري هنڪي عزت ۽ آبرو

ڏي ته تنهنجا نوڪر به هن جو ادب رکن ۽ هنجو حڪم مڃين.

واجبي سبب کان سواءِ هنجي مرضيءَ جي مخالفت نه ڪر، هوءَ تنهنجي ڏک پاپائي آهي، تڏهن هنکي پنهنجي سک پاپائي به ڪر. جي ڪو هنجو قصور ڏسين ته آنهيءَ لاءِ هنکي نرميءَ سان سمجهاءِ ۽ فهمائش ڏي، سختيءَ ۽ زبردستيءَ سان هنکي مطيع ۽ فرمان بردار نه ڪر. هنکي پنهنجو همراز ڄاڻي، منجهس ويساه رک. جيڪا صلاح هوءَ توکي ڏيندي سا ضرور سچي هوندي، هوءَ توسان دغا ڪڏهن نه ڪندي. پيا سڀ خيال ڇڏي، هنجي صحبت ۽ محبت ۾ سچو رهه، جو هوءَ تنهنجي پيارن جي ماءُ آهي.

جڏهن هنکي ڪو درد يا بيماري ٿئي تڏهن شفقت ۽ نرم دليءَ سان هنکي دلاسو ڏي. تنهنجي رڳي مهرباني ۽ محبت جي هڪڙي نظر، هنجو درد دور ڪري ڇڏيندي ۽ هنکي شفا بخشيندي، جيڪي ڏهه طبيب ڪندا تنهن کان وڌيڪ اها نظر، مفيد ۽ اثرناڪ ٿيندي.

هوءَ سرشت ڪري نازڪ بدن ۽ نازڪ طبيعت آهي، هنجي ضعيفائي ڏي ڏسي، هن سان ڏاڍائي يا سختي نه ڪر. ياد رک ته تون پاڻ اگرچه مرد آهين ته به ڪم طاقت ۽ بيوس انسان آهين.

## فصل ڏهون - ڌيءُ

تون جو اولاد وارو آهين، تنهنکي ويچار ڪرڻ گهرجي ته توتي ڪيترو نه بار رکيل آهي! جيڪو بار تو چيو آهي، تنهنکي پالي وڏو ڪرڻ توتي فرض آهي. توتي اها ڳالهه به تعلق رهي ٿي ته تنهنجو ٻار، تنهنجي لاءِ دعا ٿئي يا پٽ ٿئي ۽ قوم جي لاءِ ڪمائتو ٿئي يا نڪمو ٿئي. ڪڇيءَ ۾ نئي هنکي پوري تعليم ڏي ۽ هنجي دل ۾ سچ ۽ ڏاهپ جو اثر جماءِ. هنجي طبع جو ميلان معلوم ڪري، ننڍپڻ ۾ ئي هنکي سنئين ۽ پوري رستي تي بيهار، ۽ نظر رک ته جئن وڏو ٿيندو وڃي تيئن بڇڙيون عادتون زور نه وٺنديون وڃنس.

اهڙيءَ سنڀال سان هو جبل تي بيٺل درخت وانگي وڌندو ويندو ۽ آنجي چوٽي، ٻيلن جي سيني وٽان ڪان مٿي پيئي ڏسڻ ۾ ايندي. ڪريل پٽ، پيءُ جي لاءِ خواري ۽ شرمندگي آهي؛ پر چڱو ۽ سڌريل پٽ، سندس پيريءَ جي عزت ۽ آبرو آهي. اها زمين تنهنجي آهي، تنهن ڪي پوک ڪان سواءِ ڇڏي نه ڏي؛ جيڪو ٻج منجهس پوکيندين سو لڻندين.

هنکي فرمانبرداري سيکار ته هو سدائين توکي خوش رکي؛ هن کي ادب ۽ حيا سيکار ته ڪڏهن ۾ شرمندو نه ٿئي، هنکي احسان سڃڻ سيکار ته گهڻا

فائدا حاصل ٿين، هن کي احسان ڪرڻ سبب ڪار تہ هر دلعزيز ٿئي، هنکي پرهيز سبب ڪار تہ تندرست رهي، هنکي سياڻپ ۽ دوراند يشي سبب ڪار تہ چڱي نصيب وارو ٿئي، هنکي سخت سبب ڪار تہ هو دولتمند ٿئي، هنکي نيڪي ۽ خدا ترسي سبب ڪار تہ هو سکيو موت مري، هنکي انصاف سبب ڪار تہ جهان ۾ عزت حاصل ڪري، هن کي سپت ۽ سچائي سبب ڪار تہ هو اندر جي چڪن کان ڇٽي.

## فصل ڏهون - پٽ

خدا تعاليٰ، جيڪي جانور خلقيا آهن تن مان انسان کي عقل سکڻ گهرجي ۽ جيڪا نصيحت هو ڏين سا پاڻ سان لاڳو ڪرڻ گهرجيس.

منهنجا پٽ! تون جهنگل بيابان ۾ وڃي ننڍي لق لق پکيءَ کي ڏس ۽ جيڪي هو چوي يا ڪري سو هنئين سان هنڊاءِ! هو پنهنجي پوڙهي پيءُ کي پنهنجن پرن تي کڻي، سلامت آڻي لاهي ٿو ۽ آنکي کاڌو پهچائي ٿو.

اولاد جي فرمانبرداري ۽ صالحائي، عنبر ۽ عود کان زياده سرهي آهي، بلڪ گلن جي باغ مان جا خوشبوءِ، هوا کڻي ايندي آهي تنهن کان بہ وڌيڪ فرحت ڏيندڙ آهي. تنهنڪري پنهنجي پيءُ جو احسانمند رهہ، جو هن توکي حياتي ڏني آهي، ۽ پنهنجي ماءُ جو شڪرگذار رهہ، جو هن توکي پرورش ڏني آهي.

جڪي تنهنجو پيءُ چوي سو ڪن لائي ٻڌ، چالاڪ جو اهو تنهنجي چڱائي لاءِ آهي. جيڪا نصيحت هو توکي ڪري تنهن تي ڌيان ڏي، جو آها هو، دل جي جوش ۽ محبت کان ٿو ڪري.

هن، تنهنجي سک ۽ فائدي لاءِ گهڻي سنڀال ڪئي آهي ۽ تنهنجي آرام ۽ آسائش لاءِ گهڻيئي مٺا هنيا آهن، تنهن ڪري پيرءُ ۾ هن جو ادب رک ۽ هن کي عزت ڏي ۽ اچن ۾ هن کي خوار ۽ بي آبرو نه ڪر.

پنهنجيءَ ننڍپڻ ۽ بيوسائيءَ جا ڏينهن ياد ڪر ۽ پنهنجيءَ جوانيءَ جي چالاڪيءَ ۽ ٽڙتائيءَ تي خيال ڪر، پوءِ پنهنجي پيڊي پيءُ ماءُ جي ضعيفيءَ ۽ ڪمزوريءَ تي قياس ڪر ۽ هنن جي چڙ ۽ خفي تان گذر ڪر، حياتيءَ جي زوال ۾ هنن کي مدد ڏي ۽ هنن جي پوئواري ڪر. ائين ڪندين ته هو ويچارا وڏيءَ عمر ۾ دل جي آرام سان پنهنجا پساه پورا ڪندا ۽ تنهنجا پٽ به تنهنجي مثال تي هلندا ۽ توسان عزت ۽ محبت جو سلوڪ ڪندا.

## فصل چوڏون - ڀاڳر

اوهين سڀ هڪڙي پيءُ جا پٽ آهيو، جنهن اوهان سڀني جي هڪجهڙي سنڀال ڪئي آهي، ۽ هڪڙي

ماءُ جي جهوليءَ ۾ پليا آهيو، جنهن اوهان سڀني کي هڪجهڙو کير پياريو آهي، تنهنڪري اوهان پاڻ جي وچ ۾ محبت ۽ اتفاق هئڻ گهرجي، ته پوءِ اوهانجي پيءُ جي گهر ۾ هميشه صلح ۽ سک هليو اچي. جڏهن وري هڪ ٻئي کان ڌار ٿيو، وڃي دنيا جي ڌنڌن ۾ مشغول ٿيو، تڏهن ياد رکو ته اوهانجي وچ ۾ يگانگيءَ جو ڪهڙو نه ڳنڍ آهي! ڪنهن ٻئي بيگاني کي، پنهنجي رت کان وڌيڪ نه ڀانيو.

جيڪڏهن تنهنجو ڀاءُ، مصيبت يا مفلسيءَ ۾ گرفتار آهي ته آنهيءَ کي مدد ڏي، جي تنهنجي پيءُ مشڪلات ۾ آهي ته آنهيءَ کان پڇي پاسو نه ڪر. انهيءَ ڪري تنهنجي پيءُ جي ملڪيت مان سندس سڄي پيڙهيءَ کي مدد ايندي ۽ سندس سنڀال ۽ تعليم جي اثر کان اوهانجي، هڪ ٻئي سان محبت قائم رهندي ايندي.

## باب پنجون

# ماڻهن جي وچ ۾ قدرتي ۽ اتفاقي تفاوت.

## فصل پهريون - عاقل جاهل

عقل ۽ سمجهه جي ذات، خدا تعاليٰ جي خزاني مان ٿي ٿئي، آهو جيئن مناسب ۽ چڱو ڄاڻي ٿو تيئن سڀڪنهن کي قدر آهر اِها بخشش عطا ڪري ٿو. جي هن توکي عقل ڏنو ۽ سچ جو علم عطا ڪيو

آهي ته آهو تون جاهلن جي ڪم آڻ ته هننکي تعليم ملي ۽ فائدو حاصل ٿئي؛ ۽ پاڙون وڏيڪ ڏاهن جي اڳيان آهو پيش ڪر ته آنهيءَ مان توکي سڌارو ۽ ترقي حاصل ٿئي.

بيعقل ڪان عاقل، پاڻکي زياده نادان ٿو ڄاڻي. ڏاهو ماڻهو اڪثر، گهڻا شڪ ڪندو آهي ۽ ذري ذري دل جا خيال پيو بدلائيندو آهي؛ پر بيعقل، هوڏي ٿيندو آهي ۽ پنهنجيءَ ڳالهه ۾ ڪوبه شڪ ڪونه ڀونسدو اٿس. هو پنهنجي ناداني‌ءَ ڪان بي سڀڪا شئي ڄاڻي ٿو.

جهل ۽ نادانيءَ تي فخر ڪرڻ ڪراهت جهڙي ڳالهه آهي ۽ گهڻي ڳالهائڻ سان بيعقل جي بيوقوفي ظاهر ٿئي ٿي؛ انهيءَ هوندي به عقل واري جو اهو ڪم آهي ته بيعقلن جي بيحيائيءَ تي تحمل ڪري ۽ جيڪي ناممڪن ۽ اجايون ڳالهيون هو ڪن سي صبر سان ٻڌي ۽ هننجي اڻ ڄاڻائيءَ تي افسوس ڪائي. انهيءَ هوندي به خود پسنديءَ ۽ هٺ ڪري ڦند نه؛ نڪي پنهنجي دانائيءَ ۽ سياڻپ جي ٻڌاڪ هڻ! انسان جي سمجهه ۽ سياڻپ ڪهڙي به اعليٰ هجي ته به رڳي انڌائي ۽ ناداني آهي. ڏاهو ماڻهو، پنهنجي ڪم فهمي ۽ عاجزي معلوم ڪري نماڻو رهي ٿو، هو ڪشالو ڪري ۽ مٿو هڻي ٿو ته به قابليت جي

قابل نہ پيو ٿئي. پر بيعقل، پنھنجيءَ دل جي تانگھي ھاڻيءَ ۾ ليو پائي، تري ۾ جيڪي پھٽيون پيل ڏسي ٿو تنتي نھايت گھڻو خوش ٿئي ٿو، آھي ھوُ ڪڏي وٺي ٿو ۽ موتي ڪري جھان کي ڏيکاري ٿو ۽ پنھنجن عزيزن خويشن جي تعريف ٻڌي پاڻ بہ پنھنجي تعريف ڪري ٿو. ھو خسيس ۽ ڪين جھڙين ڳالھين ۾ ھشيار ۽ قابل ھئڻ جي ٻڌاڪ ھٽي ٿو، پر جن ڳالھين بابت اڻڄاڻ رھڻ شرم آھي انھن جي ڪا بہ سمجھ نٿي پويس. خود ڏاھپ جي رستي تي ھلندي بہ ھو بيعقليءَ جي پٺيان متا پيو ھٽي ۽ سندس ايتري محنت جو انعام رکي نا اميدي ۽ شرمندگي آھي. پر ڏاھو ماڻھو علم ۽ واقفيت ڪرڻ سان پنھنجو مايو وڌائي ٿو، ھنر سڌارڻ ڪري ھنکي ڏاڍي خوشي ٿي ٿئي ۽ خلق کي ڪمائتي ھئڻ سبب، ھو پنھنجو فخر ۽ مان ٿو چائي. انھيءَ ھوندي بہ ھنجي نظر ۾ نيڪي حاصل ڪرڻ تمام اعليٰ قسم جي علميت ۽ قابليت آھي، ۽ سعادت جي علم حاصل ڪرڻ لاءِ ھو ساري عمر محنت ڪري ٿو.

## فصل ڇھو – غريب ۽ دولتمند

جنھن ماڻھوءَ کي خدا دولت ڏني آھي ۽ انھيءَ کي سجائي ڪم آڻڻ لاءِ دل جو ميل ڏنو آھي تنھن تي جڻ ھن خاص مھرباني ڪئي آھي ۽ گھڻو راضپو

ڏيکاريو آهي. هو پنهنجيءَ دولت کي ڏسي سرهو ٿئي ٿو، ڇا لاءِ جو هو ڄاڻي ٿو ته انهيءَ مان مونکي خير ڪرڻ جا اپاءَ مليا آهن .

جن غريبن کي اهنج ايذاءُ پهتل آهي تنجي هو سنڀال لهي ٿو، هو ضعيفن کي، زور وارن جي هٿان پيڙجڻ نٿو ڏئي . هو رحم ۽ قياس جوڳا ماڻهو ڳولي هٿ ڪري ٿو، انهن جي گهٽتي تلافي ڪري ٿو، جيڪي هنڪي گهربل آهي سو مناسب طرح موجود ڪري ڏنين ٿو ۽ ڏيک ويک ڪونه ٿو ڪري، ۽ لائق قابل ماڻهوءَ کي هو مدد ڪري ٿو ۽ انعام ڏئي ٿو، علم ۽ حڪمت واري ماڻهوءَ کي هو همٿائي ٿو ۽ ڪمائتي ۽ هنر واري ماڻهوءَ کي بخشش ڏيڻ سان هنجو درجو وڌائي ٿو. هو وڏا ڪم جاري ڪري ٿو، جنهنڪري ملڪ ۾ دولت به وڌي ٿي ۽ پورهيتن کي پورهيو به ملي ٿو. هو نيون نيون رٿون ڪڍي ٿو، جنهن ڪري هنر سڌري وڃن ٿا.

جيڪي پنهنجي ڪمائڻ ۽ واپرائڻ کان وڌيڪ ڄاڻي ٿو سو غريبن جو حق سمجهي ٿو ۽ انهيءَ کان هنڪي نا اميد نٿو رکي. هنجي دل جي بزرگيءَ ۽ سخاوت کي سندس دولت نٿي روڪي، تنهنڪري دولت جي ڪري هنکي خوشي حاصل ٿئي ٿي، جا سچي ۽ بي عيب آهي .

ٻر ٻرحال انهيءَ ماڻهوءَ جا، جو مال گڏ ڪري رکي ٿو ۽ رکو انهيءَ جي ميڙڻ ۽ هٿ ڪرڻ ڪري خوش ٿئي ٿو. هو غريبن کي ڏجها ڏئي ٿو ۽ هننجي محنت ۽ ڪشالي تي هنڪي ڪوبہ قياس ڪونہ ٿو ٿوي. ٻين کي نپوڙڻ سان، هو پنهنجي دولت وڌائي ٿو ۽ هنن تي ڪوبہ ترس نٿو ڪائي، ياءُ جي خاني خراب ٿي وڃڻ جو بہ هنجي دل تي ڪو اثر نٿو ٿئي.

يتيم ۽ چوري جون هنجون، هو ڪير وانگر پي وڃي ٿو ۽ زن زال جون رڙيون، هنجي لاءِ هڪڙو مٺو راڳ آهي. مايا جي محبت، هنجي دل کي ڏاڍو ڪري ڇڏي ٿي. ڪنهن بہ ڏک يا درد جو انهيءَ تي اثر ئي ڪونہ ٿو ٿئي.

ٻر ظلم جي خرابيءَ ۽ بي انصافيءَ جي ٻٽ هنجي ٻنيان لڳي اچي ۽ هو هميشه ڊپ ۽ فڪر ۾ گذاري ٿو. دل جا وسواس ۽ اندر جون ڳڻتيون ۽ هيچ واريون خواهشون، آنهن خرابين ۽ مصيبتن جو هنڪان وير وڻ ٿيون، جي هن ٻين تي آنديون آهن، جيڪي ڇڪ هنجي اندر ۾ پون ٿا تنجي بہ نسبت، غريبن ۽ ڪنگالن جا ڏک ڪي بہ ڪين آهن. غريب ماڻهوءَ کي دلجاءِ ڪرڻ ۽ خوش ٿيڻ گهرجي جو انين ڪرڻ لاءِ هنکي گهڻا سبب آهن. هو آرام ۽ فرحت سان ويهي لڪر ڪائي ٿو، هن وٽ خوشامدي يا ٻڌاڪي اچي گڏ ٿي، مفت جي ماني

کاڌي کپائي نٿا ڇڏين. هنکي نوڪرن ۽ ٻين تعلق رکندڙن جو انتظار ڪونه ٿو ٿئي، نڪي ٻئي مڱڻ وارا هنکي ستائين ٿا. جي هن وٽ دنيادارن وارا لذيذ ۽ سٺا طعام ڪينهن ته انهن جي بيمارين کان به هو ڇٽو پيو آهي.

جيڪا ماني هوُ کائي ٿو سا هنکي مٺي نه ٿي لڳي ڇا؟ جيڪو پاڻي هو پئي ٿو سو هنجي اُڃ نٿو لاهي ڇا؟ بيشڪ، اهي دنيادارن جي شراب ۽ ڪباب کان هنکي وڌيڪ لذت ڏين ٿا.

پورهئي ۽ ڪمائيءَ ڪرڻ ڪري هو تندرست رهي ٿو ۽ انهيءَ ڪري هنکي اهو آرام حاصل آهي، جو دنيادارن کي سستي پيدا ڪندڙ نرم بستري مان حاصل نٿو ٿئي. هنجون خواهشون به غريباڻيون آهن، قناعت ڪرڻ مان هن جي روح کي جا راحت اچي ٿي سا دولت ۽ ڌن حاصل ڪرڻ مان نه ٿي اچي. تنهنڪري نڪي دنيادار کي پنهنجيءَ دنيا تي مغرور ٿيڻ کپي ۽ نڪي غريب کي پنهنجي غريبيءَ تي نااميد رهڻ کپي، ڇا لاءِ جو خدا تعاليٰ، ٻنهي کي ٻنهن جي قدرت سان قدر آهر وسعت ڏني ٿي، انهيءَ ۾ جيڪا حڪمت آهي سا بيعقلن جي سمجهڻ جي ناهي.

## فصل ڏهون - ڌڻي ۽ نوڪر

ٻئي جي نوڪر هئڻ ڪري تون دلبر گهڻو ارمان

نہ ڪري اها خدا جي حڪمت ۽ تجويز آهي ۽ انهيءَ مان گهڻا فائدا آهن، اها توکي دنيا جي گهڻن فڪرن ۽ ڪشٽن کان ڇڏائي ٿي.

نوڪر جي عزت، سندس ايمانداريءَ ۾ آهي، هنجو تمام وڏو گڻ، تابعداري ۽ فرمانبرداري آهي. تنهنڪري جي تنهنجو ڏني توکي ڇينهي تہ ماٺ ڪري پڙ ۽ ورندي نہ ڏي. تنهنجو اهو صبر ۽ تحمل هو ڪڏهن ڪين وساريندو. هنجي فائدي جو گهڻو خيال رک، هنجو ڪم ڪار ڪوشش ۽ چالاڪيءَ سان ڪر ۽ جيڪو ويساه هو تو ۾ رکي ٿو تنهن تي پورو رهہ. تنهنجو وقت ۽ پورهيو هن جي ملڪ آهي، تنهن ڪري هن سان ڪپت ۽ ٺڳي نہ ڪر، ڇالاءِ جو انهن جو هو توکي اجورو ڏئي ٿو.

تون جو ڏني آهين، سو جي پانئين تہ تنهنجو نوڪر سچو ۽ ايماندار رهي تہ هن سان انصاف جي رستي هل، جي پانئين تہ هو فرمانبردار رهي تہ هن کي سمجهي، خيال سان حڪم ڏي. آخر هو بہ تو جهڙو انسان آهي. سختيءَ ۽ بي انصافيءَ مان ڊپ پيدا ٿئي ٿو، نہ پيار ۽ ادب. سختيءَ سان نرمي گڏ ۽ حڪم سان مهرباني ملاءِ، انهيءَ طرح تنهنجي فهمائش، هن جي دل تي اثر ڪندي ۽ هو خوشيءَ سان پنهنجا فرض ادا ڪندو.

احسانمنديءَ جي ڪري هو تنهنجي نوڪري ايمانداريءَ سان ڏيندو، محبت جي ڪري هو خوشيءَ سان تنهنجي فرمانبرداري ڪندو، انهيءَ جي عيوض ۾ توکي به مناسب آهي ته سندس محبت ۽ سرت جو ڪيس پورو انعام ڏين.

## فصل چوڏون - حاڪم ۽ رعيت

تون خدا جو پيارو آهين، جو توکي تو جهڙن ماڻهن چونڊي، پنهنجي مٿان حاڪم ڪري رکيو آهي ۽ وڏي اختياري ڏني آهي، تنهن ڪري توکي گهرجي ته جيترو پنهنجي درجي ۽ مان شان جو خيال رکين تنهن کان وڌ انهن ماڻهن جي حق ادا ڪرڻ جو خيال رکين ۽ سمجهين ته هنن، جو تو ۾ ايترو ويساه رکيو آهي سو ڪيتري قدر ضروري آهي ۽ ڪهڙي مطلب تي؟ توکي بادشاهي ڪپڙا پيا آهن، تون تخت تي ويٺو آهين، بادشاهي ڇٽ تنهنجي مٿي تي آهي، شاهي عصا تنهنجي هٿ ۾ آهي، اهي سڀ نشانيون توکي پنهنجي لاءِ نه ڏنيون ويون هيون، انهن سان اهو مطلب نه هو ته توکي فائدو پهچي، پر پنهنجي ملڪ کي فائدو پهچي.

بادشاه جي وڏائي ۽ تعريف، سندس رعيت جي سک ۾ آهي، هن جي قوت ۽ اختياري، ماڻهن جي دلين تي منحصر آهي. بادشاه جي دل، سندس درجي

جي وڏائيءَ موافق وڏي، وڏي ٿئي ٿي، هو انهن وڏين وڏين ڳالهين جا خيال پچائي ٿو ۽ انهن وڏن وڏن ڪمن ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، جي سندس حڪم موافق ۽ شان وٽان آهن. هو پنهنجي ملڪ جا ڏاها ماڻهو سڏي، گڏ ڪري ٿو، هو انهن سيني سان بي حجاب ٿي صلاح مصلحت ڪري ٿو ۽ انهن جو رايو پڇي ٿو. هو پنهنجي رعيتي ماڻهن منجهان، خيال ۽ ويچار سان چونڊ ڪري ٿو ۽ انهن مان جيڪي قابل ۽ لائق ماڻهو ڏسي ٿو، تن کي سندن لياقت آهر عهدا ڏئي ٿو. هن جا عملدار يا نڍا حاڪم، انصاف وارا آهن، هن جا وزير ۽ امير، ڏاها آهن ۽ هن جا مقرب، ايماندار ۽ سچا آهن. هن جي تحريڪ سان، عام ترقي ڪن ٿا ۽ هن جي خيال رکڻ سان، هنر زور وٺن ٿا.

پڙهيل ۽ هنرمند ماڻهن جي صحبت سان هن کي خوشي حاصل ٿئي ٿي، انهن جي دلين ۾ هو شوق ۽ همت جاڳائي ٿو، جنهن ڪري انهن جي محنت جي نتيجن مان سندس ملڪ زور وٺي ٿو.

جيڪو سوداگر واپار وڌائي ٿو تنهنجي همت، جيڪو زميندار زمين سڌاري، آبادي وڌائي ٿو تنهنجي اٽڪل ۽ تجويز، جيڪي علم ۽ هنر وارا ماڻهو سڌارا ڪن ٿا تن جي چالاڪي ۽ دانائي، انهن سيني کي

هو جهڙي آفرين ۽ عمدي انعام ڏيڻ سان همتائي ٿو. هو نوان نوان شهر ٻڌائي ٿو، وڏا وڏا جهاز جوڙائي ٿو، خلق جي آسائش ۽ سلامتيءَ لاءِ نهرون ۽ واهه کوٽائي ٿو. هن جي رعيت، دولت گڏ ڪري ٿي ۽ هن جي ملڪ جو زور وڌي ٿو. هو انصاف ۽ ڏاهپ سان قاعدا قانون جوڙي ٿو. هن جي رعيت، پنهنجي پورهئي جو ڦل خير ۽ سلامتيءَ سان ڀوڳي ٿي ۽ انهيءَ جو سک، انهن قاعدن جي پيروي ۽ تابعداري ڪرڻ ۾ آهي. فيصلن ڪرڻ ۾ هو رحم جي نظر رکي ٿو، پر ڏوهارين کي سزا ڏيڻ ۾ هو، سخت آهي ۽ طرفداري کان ٿو ڪري. هو ماڻهن جون فريادون ٻڌي ٿو. ظلم ڪندڙن جون هو ٻانهون ٻڌي ٿو ۽ خلق کي انهن جي ايذاءَ کان بچائي ٿو. انهيءَ ڪري ماڻهو هن کي ابو ڪري سمجهن ٿا ۽ ۽ هن جو ادب رکن ٿا ۽ هن کي پيار ڪن ٿا، هو هن کي پنهنجي سک جو سنڀاليندڙ ۽ نگهبان ڄاڻن ٿا. هن جي ايتري پيار ڪري هن جي دل ۾ به ماڻهن جي محبت پيدا ٿئي ٿي ۽ هنن جي سک ۽ سلامتيءَ جو هن کي فڪر رهي ٿو. هن جي برخلاف ڪوبه رنج ماڻهن جي دلين ۾ پيدا نٿو ٿئي، هن جي دشمنن جي حرڪتن مان هن جي ملڪ کي ڪوبه خوف يا نقصان ڪونه ٿو رسي. هن جي رعيت سانس سچي ۽ وفادار آهي، اها خوف جي وقت ۾ هن جي بچاءَ لاءِ

مضبوط قلعي وانگي ٿي بيهي ٿي. دشمن جو لشڪر هنن جي اڳيان اٿين پڇي ڏو جيئن واءُ جي اڳيان ڪک. ماڻهن جي گهرن ۾ سدائين سک ۽ سلامتي رهي ٿي ۽ هن جي حڪومت هميشه زور ۽ دٻدٻي سان هلي ٿي.

## باب ڇهون

## قومي فرض

### فصل پهريون - خيرخواهي

جڏهن تون پنهنجي احتياج جو خيال ڪرين، جڏهن تون پنهنجي عاجزي ۽ ضعيفائي معلوم ڪرين تڏهن توکي خدا تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم جو شڪر گذار رهڻ کپي، جنهن توکي عقل ۽ هوش ڏنو آهي، ڳالهائڻ جي سگهه ڏني آهي ۽ توکي ڪرم قبيلي جي صحبت ۽ قوم جي سنگت ۾ رکيو اٿس، انهيءَ لاءِ ته اوهين هڪ ٻئي کي مدد ڏيو ۽ هڪ ٻئي سان ڀلائي ڪريو. تنهنجي خوراڪ، تنهنجي پوشاڪ، تنهنجو گهر ۾ رهڻ جو سک، تنهنجو اهنج ايذاءَ کان بچاءُ، تنهنجي حياتيءَ جي خوشي ۽ دنيا جي آسائش، اهي سڀ شيون توکي ٻين جي مدد سان موجود ٿين ٿيون، جي جيڪر صحبت ۽ سنگت کان سواءِ

ڪڍهن ٻه حاصل ٿي نه سگهن. تنهن ڪري توتي حق آهي ته ٻين ماڻهن جو ٻه اٿين خير گهرين جيئن تنهنجي لاءِ هنن جي خيرخواهي ضروري آهي.

جهڙيءَ طرح گل جي خوشبوءِ خود سندس وجود مان پيدا ٿئي ٿي تهڙيءَ طرح خلق جي خيرخواه ۽ نيڪ ماڻهوءَ جي دل مان ٻاٽيهي نيڪيءَ جا ڪم پيدا ٿين ٿا. هن کي ازخود پنهنجي اندر مان آرام اچي ٿو ۽ ٻاڙي واري جي سک ۽ سڀاڳ مان خوشي حاصل ٿئي ٿي. هو ڪنهن جي گلا غيبت ٿو ٻڌيءَ ٻين ماڻهن جا عيب ۽ قصور ٻڌي هن جي دل کي ڏاڍو درد ٿئي ٿو. هميشه هن جي اها خواهش آهي ته خير ۽ چڱائي ڪريان، ٻي جي اهنج ايذاءَ لاهڻ ڪري هن جي خود پنهنجيءَ دل تان بار هلڪو ٿئي ٿو. هن جي وڏيءَ دل جي خواهشن ۾ خلق جي خوشي سمائجي وڃي ٿي، پنهنجي نيڪ نيتي ۽ خيرخواهيءَ سان هو ٻين جي سک وڌائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

## فصل ٻيو - انصاف

خلق جي آرام ۽ سک جو انصاف تي تعلق آهي. هر ڪنهن شخص جي خوشي ۽ خورمي انهيءَ ۾ آهي ته جيڪي هن وٽ آهي سو هو خاطر جمعيءَ سان پنهنجي ڪم آڻي، تنهنڪري تنهن جيءَ دل جون جيڪي خواهشون آهن تن کي اعتدال جي حد اندر

رک، انهن کي انصاف جي اشاري ۽ هدايت تي سنئون هلڻ ڏي. پنهنجي پاڙيسريءَ جي ملڪيت نہ تڪ، هن جي ڪنهن بہ شيءِ کي مور هٿ نہ لاءِ.

نہ لالچ جي ڪري، نہ چڙ اچڻ تي، هن جي جان کي جوکي ۾ وجهڻ جهڙو ڪو ڪم نہ ڪر. هن جي حال چال جي شڪايت ڪري، هنجي بدنامي نہ ڪر، نڪي هن تي ڪنهن بہ قسم جي ڪوڙي شاهدي ڏي. هن جي نوڪر کي لالچائي پنهنجو نہ ڪر، انهيءَ لاءِ تہ متان هن کي دغا ڏئي ڇڏي وڃي، نڪي هن جي زال کي ريبي ٺڳاري گمراهہ ڪر ۽ بد ڪم تي پيهار. انهيءَ مان هن جي دل کي اهڙو درد ٿيندو جنهن جي تون دوائي ڪانہ ڪري سگهندين، هن کي اهڙو ايذاءُ ايندو جنهن جي تون ڪابہ تلافي ڪري نہ سگهندين. جيڪو بہ وهنوار ماڻهن سان ڪرين تنهن ۾ انصاف جي نظر رک ۽ طرفداري يا پاسخاطري نہ ڪر، هنن سان اها هلت ڪر جا تون پاڻئين تہ هو توسان ڪن. جيڪو تو ۾ ويساهہ رکي ٿو تنهنجو اهو ويساهہ ايمانداريءَ سان پورو ڪر ۽ هن سان ٺڳي يا دغابازي نہ ڪر، پڪ ڄاڻ تہ خدا تعاليٰ جي نظر ۾ دغابازي، چوريءَ کان بہ وڏو ڏوهہ آهي.

غريبن سان ظلم نہ ڪر ۽ مزورن جي مزوري نہ گهٽاءِ. جڏهن ڪا شيءِ فائدي تي وڪڻين تڏهن

هانو تي هٿ رکي پوري پني فائدي تي راضي رهه، خريدار جي اڻڄاڻائيءَ يا غير واقفيت جو فائدو نه وٺ. جيڪو قرض توتي آهي سو ادا ڪر، ڇا لاءِ جو جنهن توتي پٽ رکي توکي اڌارو ڏنو، تنهن تنهنجي معتبرائي ۽ ايمان تي ڀروسو رکيو، انهيءَ کي پنهنجو حق نه پهچائڻ يا اهو روڪڻ بي انصافي ۽ بي مروتي آهي.

پڇاڙيءَ ۾ هيءَ نصيحت ياد رک ته تون جو ٻين سان گڏ رهڻ وارو آهين سو پنهنجيءَ دل ۾ ويچار ڪري ڏسندو وڃ، جي ياد ڇئي ته ڪنهن ڳالهه ۾ ڪنهن ماڻهوءَ سان زيادتي ڪئي اٿئي يا ڪا بيجا هلت ڪئي اٿئي ته انهيءَ جي لاءِ شرمندو ۽ پشيمان ٿي ۽ جيترو جلد ٿي سگهي اوترو حتي‌المقدور انهيءَ جي تلافي ڪر.

## فصل ڏهون - نيڪوڪاري

اهو ماڻهو نيڪبخت آهي، جنهن پنهنجي سيني ۾ خيرخواهي ۽ نيڪ نيتيءَ جو ٻج پوکيو آهي؛ انهيءَ مان محبت ۽ نيڪوڪاري پيدا ٿئي ٿي. هنجي دل جي چشمي مان مروت ۽ مهربانيءَ جون نهرون وهي اٿي هلن ٿيون، جن مان خلق کي هرطرح جو فائدو پهچي ٿو. اهڙو ماڻهو غريبن کي مشڪلات ۾ مدد ڪري ٿو؛ حاسدن ۽ بدخواهن جي ڳالهين تي اعتبار

نٿو ڪري، نڪي هنن جي ڳالهه تي ڪو خيال ڏئي ٿو، هو پين جا قصور معاف ڪري ٿو ۽ دل تان وساري ڇڏي ٿو، وير ۽ ڪينو هن جي اندر ۾ رهي نٿو سگهي.

برائيءَ جي بدران هو برائي نٿو ڪري، هو پنهنجن دشمنن کي به نٿو ڏڪاري، هنن جي ظلم ۽ بي انصافيءَ جي لاءِ هنن کي دوستن وانگي فقط عتاب ڏئي ٿو.

پين ماڻهن جي ڏکن ۽ تڪليفن تي هن کي رحم اچي ٿو، هو انهن جي مصيبتن جو بار هلڪي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. انهيءَ ڪم ۾ انتحاب ٿيڻ مان جا خوشي هن کي پيدا ٿي ٿئي سا هن جي محنت جو قدم آهي. هوڪاوڙيلن ماڻهن جي ڪاوڙ ڍري ڪري ٿو. تڪرار ۽ دشمنيءَ مان جيڪي خرابيون پيدا ٿين ٿيون تن کي هو روڪڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، هو پنهنجي پاڙي ۾ صلح ۽ خير خواهي وڌائي ٿو، تنهنڪري ماڻهو هن کي ساراهين ٿا ۽ هن کي دعائون ڪن ٿا.

## فصل چوٿون – احسانمندي

جهڙيءَ طرح وڻ جون ٽاريون جيڪو رس پاڙ مان چوسين ٿيون سو وري پاڙ ڏي موٽائين ٿيون

۽ جهڙيءَ طرح ندي، شخاون ڪري پنهنجو پاڻي نئي سمنڊ ۾ وڃي ٿي، جتان سندس اصل واري چشمي کي پاڻي پهچي ٿو، تهڙيءَ طرح احسان مڃڻ واري ماڻهوءَ جي دل موٽائي احسان ڪرڻ ۾ خوشي حاصل ڪري ٿي. هو ماڻس ڪيل احسان جي لاءِ شڪر گذار رهي ٿو ۽ خوشيءَ سان ٿورو مڃي ٿو ۽ احسان ڪرڻ واري ڏي ادب ۽ اخلاص سان نهاري ٿو ۽ جي موٽائي احسان ڪرڻ هن جي وس ۾ ناهي ته هو اهو احسان هميشه دل تي تازو رکي ٿو ۽ ساري عمر انهيءَ کي نٿو وساري.

سخا ۽ مروت واري ماڻهوءَ جو هٿ، آسماني ڪڪر وانگي آهي، جنهن مان مينهن جي وسڻ ڪري گاهه، گل ۽ ميوا پيدا ٿين ٿا ۽ نا احسانمند ماڻهوءَ جي دل واريءَ پٽ وانگي آهي، جو وسندڙ مينهن جهٽ ۾ جهي وڃي ٿو ۽ پيٽ ۾ لڪائي رکي ٿو ۽ ورِي پيدا ڪي به نٿو ڪري.

احسان ڪندڙ ماڻهوءَ تي حسد نه ڪر، نڪي جيڪو فائدو پهچائي ٿو تنهنجي لڪائڻ يا دٻائڻ جي ڪوشش ڪر، چالاڪ جو جيتوڻيڪ احسان ڪرڻ، احسان ڪڻڻ کان بهتر آهي ۽ ڀلائي ڪرڻ ماڻهوءَ جو نالو ناموس نڪري ٿو، تڏهن به ٻئي جي احسان ڪڻڻ ۾ هڪڙي قسم جي نيازمندي يا نماڻائي آهي، جنهنجو دل تي اثر ٿئي ٿو ۽ جا

خدا جي توڙي انسان جي نظر ۾ پسنديءَ جي لائق آهي، پر مغرور ۽ مٺي ڦريل ماڻهوءَ جو احسان نہ ڪن، نڪي خود پسند ۽ لالچي ماڻهوءَ سان ڪو احسان ڪر. غرور ماڻهو، نيٺ توکي خوار ۽ شرمندو ڪندو؛ لالچي ماڻهو، ڪيتري تي بہ اصل راضي نہ رهندو.

## فصل پنجون - سچائي

تون جو سچ جي سونهن تي عاشق آهين ۽ انهيءَ جي سادگي ۽ صفائيءَ تي موهيو وتين، سو انهيءَ پنهنجي محبوب جي پير متان ڇڏين ۽ انهيءَ سان سچو رهندو آءُ، انهيءَ سان نينهن نباهڻ ڪري نيٺ توکي عزت ۽ ايمان حاصل ٿيندو. سچي جي زبان سندس دل ۾ ڪتل آهي؛ جيڪي هو ڳالهائي ٿو تنهن ۾ ڪوڙ ۽ ٺڳيءَ جو نشان ئي ڪونهي. ڪوڙ ڳالهائڻ مهل هو ڏاڍو شرمندو ٿيو ٿئي ۽ هنجو من منجهيو پوي، پر سچ ڳالهائڻ مهل هو ڏاڍي عقل ۽ هوش وارو پيو ڏسڻ ۾ اچي. هو مڙسن وانگي پنهنجي عزت بچائڻ ۽ چڱي چال ثابت ڪرڻ لاءِ حجت ڪري ٿو، باقي ڪوڙي ۽ ڊونگي ماڻهوءَ جي ڳالهہ تي هو خيال ئي نٿو آڻي ۽ انهيءَ کي نفرت ڪري ٿو. هو پاڻ سان سچو رهي ٿو؛ هنکي ڪنهين بہ ڪم ۾ حيراني يا پريشاني ڪانہ ٿي ٿئي؛ سچ ڳالهائڻ ۾ هو ڏاڍو

همت وارو آهي، باقي ڪوڙ ڳالهائڻ ڪان هو ڏاڍو ڊڄي ٿو.

مڪر ۽ فريب ڪرڻ هنجو وڙ ناهي. هنجي وات جا لفظ هنجي دل جي خيالن سان موافق آهن يعني هنجي دل ۽ زبان هڪجهڙي آهي. انهيءَ هوندي به هو ڏاڍي احتياط ۽ خبرداريءَ سان وات پٽي ٿو. هو پهرين خيال ڪري ٿو، پوءِ جيڪي برابر ڄاڻي ٿو ۽ مناسب سمجهي ٿو سو ڳالهائي ٿو. هو سچيءَ دل سان دوستن وانگي صلاح مصلحت ڏئي ٿو. هو بي حجاب ٿي عتاب ۽ فهمائش ڏئي ٿو ۽ جيڪو انجام ڪري ٿو سو ضرور پورو ڪري ٿو. پر ڪوڙي ۽ ٺڳ جي دل، سندس ڇاتيءَ ۾ لڪل رهي ٿي، هو پنهنجي ڳالهه، سچ جي لباس ۾ لڪائي ٿو مگر دل جو مطلب رکيو اهو اٿس ته ٺڳي ڪريان. هو ڏک مهل کلي ٿو ۽ خوشيءَ مهل روئي ٿو ۽ جيڪي واتان ڪڇندو، تنهنجي ڪابه معنيٰ يا حقيقت نه هوندي. هو انڌي ڪوئي وانگي هميشه اونداهيءَ ۾ پيو ڪم ڪندو ۽ پائيندو ته موںکي ڪوبه جوکو ڪونهي؛ پر ڏينهن جي روشنائيءَ ۾ هنجا حوصلا خطا ٿيو وڃن ۽ جيڪا ڏوڙ منهن ۾ پويس ٿي سا ظاهر ظهور پيئي ڏسجي. هو هميشه پنهنجا ڏينهن، روڪ ۽ بندش ۾ پيو گذاري؛ هنجي زبان ۽ هنجي دل سدائين پاڻ ۾ مخالف آهن. هو مٿا پيو هٽي ۽ محنت پيو ڪري

ته ماڻهو مونکي سچو سمجهن ۽ پاڻکي ڪوڙ ۽ ٺڳيءَ جي خيالن ۾ ويڙهيندو وڪوڙيندو وڃي.

اڙي بيعقل! اڙي جاهل! ڇو ٻيو پاڻ لڪائڻ لاءِ عذاب سهين ۽ محنتون ڪرين؟ جيڪو پاڻکي ڏيکارڻ لاءِ سعيو تون ڪرين تنهنجي بنسبت ته اهي تڪليفون تمام سخت اٿيئي. ڏاها ماڻهو تنهنجي ٺڳيءَ ۽ ڪوڙ تي کلندا ۽ جڏهن اهو ڪوڙ جو پوش لهي پوندءِ، تڏهن سارو جهان توتي ٺٺوليون ڪندو ۽ توکي ڌڪاريندو.

# باب پنجون

## خدا شناسي

خدا تعاليٰ وحده لاشريڪ آهي، آهو جهان جو جوڙيندڙ، پيدا ڪندڙ ۽ هلائيندڙ آهي. هو وڏو قدرت وارو آهي ۽ هميشه دائم قائم آهي ۽ سمجه توڙي قياس کان ٻاهر آهي.

سچ خدا ناهي، اگرچه هنجي نور جي هڪڙي تمام وڏي نشاني آهي. آهو دنيا کي روشني ڏئي ٿو ۽ انهيءَ جي گرمي، دنيا جي هر قسم جي پيدائش کي حياتي ڏئي ٿي. آنهيءَ کي خدا جو هڪڙو عجيب آواز ڄاڻي تعجب ڪاءِ مگر آنهيءَ کي خدا ڄاڻي عبادت نه ڪر. عبادت، تعريف ۽ شڪر گذاري آنهيءَ جي جڳهه ني جو سڀ کان وڏو ۽ مٿي آهي ۽ جو

نهايت دانا بينا آهي ۽ ڪريم رحيم آهي، جنهن پنهنجيءَ قدرت سان آسمان پيدا ڪيا آهن ۽ تارن جي هلڻ لاءِ رستا مقرر ڪيا آهن، جنهن سمنڊ جي حد ٺهرائي ڇڏي آهي، جنهن ڪان ٻاهر هو لنگهي نٿو سگهي، جو طوفان کي اشاري سان ٻيهاري سگهي ٿو، جو جڏهن زمين کي لوڏو ڏئي ٿو تڏهن ملڪ ڏکيو ڏهليو وڃن ۽ جڏهن ڪيوڻ چمڪائي ٿو تڏهن زبردست ۽ ظالم به ڏڇيو وڃن، جو رڳو هڪڙي اکر سان نوان عالم پيدا ڪري ٿو ۽ جڏهن وري اشارو ڪري ٿو تڏهن آهي هڪدم نيست نابود ٿيو وڃن. اهڙي قادر کان ڊڄ ۽ انهيءَ کي نه ڪاوڙاءِ ته متان توکي ناس ڪري ڇڏي.

خدا تعاليٰ جي حڪمت ۽ قدرت سڀ شئي ۾ ظاهر آهي، هو نهايت دانائيءَ ۽ ڏاهپ سان سڀ تي حڪم هلائي ٿو. هن دنيا جي هلائڻ لاءِ قاعدا جاري ڪيا آهن، جدا جدا انسانن جي طبيعتن ۾ هن عجب جهڙو تفاوت رکيو آهي. سيڪو پنهنجي طبيعت موجب سندس مرضيءَ موافق هلي ٿو. هو سڀ جي خبر رکي ٿو ۽ هنکي سڀ خبر پوي ٿي، آئينده جا سڀ ڳجهه هنجي اکيان کليل آهن. تنهنجي دل جا خيال هو سڀ ڏسي ٿو، تنهنجي اندر جا ارادا هو سڀ اڳئي ڄاڻي ٿو. هنجي غيب دانيءَ لاءِ ڪي به عارضي شرط ڪينهن. هنجي پيش بينيءَ لاءِ ڪي به

اتفاقي سبب ڪينهن. هنجا سڀ رستا حيرت جهڙا آهن، هنجون رٿون ۽ تجويزون سمجهہ کان ٻاهر آهن، هنجي علم ۽ حڪمت جو آنت ئي ڪونهي، تنهن ڪري اهڙي عليم ۽ حڪيم جي تون هر طرح پرستش ڪر. نياز ۽ نيازيءَ سان هنجي اڳيان نم ۽ سجدو ڪر. آهو مالڪ، مهربان ۽ ڀلائي ڪندڙ آهي، هن پنهنجي رحم ۽ فضل سان هيءَ دنيا پيدا ڪئي آهي. هنجي مهرباني ۽ ڀلائي، سندس سڀني ڪمن ۾ ظاهر آهي. هو ڪماليت جو کن ۽ چڱائي جو چشمو آهي. هنجي هٿ جي جڙيل مخلوقات، هنجي چڱائيءَ جي تعريف ڪري ٿي، انهنجي خوشي ۽ سرهائي هنجي وڏي واکاڻ آهي. هن انهنکي ظاهري حسن ڏنو آهي، هو انهنکي کاڌو پهچائي ٿو ۽ پالي ٿو. انهنکي پيڙهي بہ پيڙهي سنڀالي ٿو. جي اسين پنهنجون اکيون آسمان ڏي کڻون ٿا تہ هنجي نور جو تجلو چمڪندڙ ڏسون ٿا، جي هيٺ زمين تي نهاريون ٿا تہ آها سندس ڀلائي سان ڀئي ڏسڻ ۾ اچي، جبل ۽ ميدان خوشيءَ سان هنجي تعريف جا گيت پيا ڳائين.

پر اي انسان! توتي هن خاص مهرباني ڪئي آهي، ٻين سڀني مخلوقن کان هن توکي زياده شرف ڏنو آهي. هن توکي عقل ڏنو آهي تہ آهو پنهنجو وڏو درجو قائم رکيو اچين، هن توکي ٻولي ڏني

آهي ته قبيلن ۽ قومن ۾ رهي سڌارو ڪرين ۽ تنهنجي دل ۽ دماغ ۾ خيال ۽ ويچار جي طاقت ڏني اٿس ته سندس قدرت ۽ حڪمت معلوم ڪري سندس عبادت ۽ پرستش ڪرين. جيڪي قاعدا هن تنهنجي تعميل لاءِ هن دنيا ۾ جاري ڪيا آهن تن ۾ هن پنهنجي فضل سان تنهنجي طبيعت ۽ تنهنجن فرضن جي وچ ۾ اهڙي مناسبت رکي آهي جو هنجي حڪمن تي هلڻ ڪري تو کي پاڻهي سعادت ۽ سک پيو حاصل ٿيندو. انهيءَ ڀلي جي ڀلاين جي تون تعريف ڪر ۽ انهيءَ جي شڪرگذاريءَ جا شعر ڳاءِ؛ انهيءَ جي رحمت ۽ قدرت جي عجائبن تي مٿان ڪري فڪر ۽ ويچار ڪر؛ دل سان انهيءَ جو بيحد احسان مڃ ۽ انهيءَ جي حڪمن ۽ قاعدن جي تابعداري ۽ چڱن عملن سان پنهنجي محبت ظاهر ڪر.

آهو خاوند، عدل ۽ انصاف وارو آهي؛ پنهنجن مخلوقن جي حق ۽ ناحق جو پاڻهي انصاف ڪندو. هن پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان قاعدو ٺهرايو آهي سو انهيءَ قاعدي ڀڃڻ واري کي ۽ نافرماني ڪرڻ واري کي سزا ڪين ڏيندو ڇا؟ بي ڊپو ٿي اهڙو خيال نه ڪر ته تنهنجي سزا ۾ دير ٿي آهي؛ نڪي پنهنجي دل کي اهو دلاسو ڏي ته هو تنهنجن تقصيرن تان گذر پيو ڪري. هنکي سڀني جي دل جا ڳجهه چڱيءَ طرح روشن آهن؛ ۽ اهي هنکي هر وقت ياد

آهن، هنڪي ماڻهن جي منصبن ۽ درجن جي ڪابہ پرواه ڪانهي.

اعليٰ ادنيٰ، غريب دنيادار، عاقل جاهل، جڏهن هن دنيا مان گذر ڪري ويندا تڏهن پنهنجن عملن آهر حقتعاليٰ جي هٿان هميشه جي جوڳي جزا ۽ سزا پائيندا. آنهيءَ مهل گنهگار ڊپ ۽ خوف ۾ ڏڪندا ۽ نيڪ ۽ صالح پانها مندس لطف جي نظر هيٺ مزا ماڻيندا، تنهنڪري پنهنجي سڄي ڄمار خدا جو خوف ڪر ۽ جيڪو رستو هن توکي ٻڌايو آهي تنهنتي هل. جڏ تہ **عقل** توکي نصيحت ڪري، **پرهيزگاري** توکي روڪي، **انصاف** تنهنجو هٿ وٺي هلي ۽ توکي رستوڏيکاري، **احسانمندي** توکي خداجي شڪرگذاريءَ بندگي سيکاري! اهي ڳڻ، توکي هن دنيا ۾ بہ سکيو رکندا ۽ آخرت ۾ بہ هميشگيءَ جي خوشي ۽ رب جو راضپو وٺي ڏيندا.

———

# ٻيو ڀاڱو

## باب پهريون

## انسان

### فصل پهريون - انسان جي جسم جي بناوت

اي انسان! تون جڏهن ضعيف، بيوس ۽ جاهل آهين ۽ مٽيءَ مان جڙيل آهين تڏهن توکي نياز ۽ نماڻائي جڳائي، تون ڪيئن ٿو بي انت قدرت ۽ حڪمت ڏي خيال ڊوڙائين؟ جيڪڏهن تون ڄاڻئين ڏو ته انهيءَ قادر ذوالجلال جا عجيب اسرار ظاهر ظهور اکين سان ڏسين، ته پهرين پنهنجي جسم ۽ وجود تي ويچار ڪ.

هن توکي عجيب قدرت سان جوڙيو آهي، تنهن ڪري تون پنهنجي خالق جي تعريف ڪر ۽ انهيءَ کان خوف ڪر ۽ ادب سان انهيءَ جي پرستش ڪري خوشي ظاهر ڪر. سڀني جانورن مان توکي پيرن تي کڙو ڪيو اٿس، انهيءَ لاءِ ته تون هنجا ڪم چڱيءَ طرح ڏسي سگهين. ڇا لاءِ ڏسين؟ انهيءَ

لاءِ ته پوءِ انهنجي تعريف ڪرين . ڇو تعريف ڪرين؟ انهيءَ لاءِ ته پوءِ تون پنهنجي خالق ۽ ساري جڳ جي آپائيندڙ جي عبادت ڪرين . رڳو توکي عقل ڇو ڏنو اٿس ۽ توکي ڪتان ڏو اچي؟

گوشت ۾ خيال ڪرڻ جي طاقت ڪانهي، هڏن ۾ سمجھڻ جي سگھہ ڪانہ ٿي ٿئي. شينهن کي اھا خبر ڪانهي ته مونکي نيٺ ڪيئنان ڪائيندا، ٻڪريءَ کي اھا سمجھہ ڪانهي ته مونکي ڪھڻ جي لاءِ ٿا ڪارائين .

جيڪي تون ظاهر ظهور ڏسين ٿو، تنهن کان ٻيءَ طرح جي ڪا شئي تو ۾ رکيل آهي، جيڪي حواسن جي وسيلي توکي معلوم ٿئي ٿو تنهن کان مٿي ڪا ٻي شي توکي خبر رسائي ٿي. خيال ڪري ڏس ته آھا شي ڪھڙي آهي؟ جڏھن آھا شي تنهنجي بت مان نڪري وڃي ٿي تڏھن تنهنجو بدن هڪڙي هنڌ پئجو رھي، انهيءَ مان ظاهر آهي ته آھا شي تنهنجي جسم جو ڀاڱو ناهي. آھا غير جسمي يا غير مادي واري آهي، تنهنڪري هميشه جٽاءُ ڪرڻ واري آهي. آھا پنهنجي مرضيءَ تي چري پري، ڪم ڪار ڪري سگھي ٿي، تنهنڪري پنهنجن ڪمن جي لاءِ جوابدار آهي.

گڏھہ جا ڏند، گاھ پٽي چپاڙي سگھن ٿا، تڏھن

ٻہ ڪا ڳڌھ ڪي خبر آھي تہ ڪاڏي مان ڪھڙو فائدو آھي؟ واڳونءَ جي پٺيءَ جو ڪنڊو اھڙو سنئون آھي جھڙو تنھنجو، تڏھن ٻہ ھو تو وانگي ڪڙو تڙو بہ سگھي ٿو؟

خدا تعاليٰ جيئن توکي خلقيو تيئن ھنن کي بہ خلقيائين ۽ پر ھنن سڀني کان پوءِ توکي پيدا ڪيائين، انھن سڀني تي توکي شرف ۽ اختيار ڏنائين ۽ پنھنجي روح مان ھن توکي ذرو ڏنو، جنھن جي وسيلي توکي عقل ۽ ھوش آيو، تنھنڪري توکي چاھڻ گھرجي تہ تون اشرف المخلوقات، آھين ۽ ساري خلقت جو فخر آھين! توکي سمجھڻ کپي تہ تون جسمي مادي ۽ خدائي ذات جي وچ ۾ ڳنڍيا پيوند آھين. ڏس تہ خود خدا جوجزو تو ۾ موجود آھي، تڏھن پنھنجي شرافت ۽ عزت ڏي نھار ۽ خسيس ۽ خراب ڪمن ڪرڻ سان پنھنجو درجو نہ گھٽاءِ.

نانگ ۾ موتمار زھر ڪنھن رکيو آھي؟ گھوڙي ۾ شوخي ۽ مستي ڪنھن وڌي آھي؟ آنھيءَ، جنھن توکي سمجھہ ڏني تہ ھڪڙي کي پنھنجن پيرن ھيٺ لتاڙي مار ۽ ٻئي کي ھيرائي ھيرائي سواريءَ جي ڪر آڻ.

## فصل ڏھون - حواسن جو فائدو

پنھنجي بدن جي انھيءَ ڪري ٻتاڪ نہ ھڻ تہ

آهو ٻهرين پيدا ڪيو ويو هو، تڪي پنهنجي مغز کي انهيءَ ڪري وڌاءِ ته منجهس روح رهي ٿو. گهر جو ڌڻي، گهر جي ٻئين ڪان زياده شريف ۽ عزيز ڪين آهي ڇا؟

آن ٻوڪڻ ڪان اڳي ٻهرين زمين ٺاهڻ ۽ سنوارڻ گهرجي، ڪنهن کي قانون جوڙڻ ڪان اڳي ٻهرين پنهنجي نهائين جوڙڻ کپي.

جهڙيءَ طرح خدا تعاليٰ، سمنڊن کي امر ڪري ته اوهان جون لهرون هن پاسي لڙن ۽ نه ٻئي پاسي، ۽ هيترو چڙهن ۽ نه متي، تهڙيءَ طرح تنهنجي روح کي به تنهنجي بدن تي حڪم هلائڻ گهرجي ۽ انهيءَ کي پنهنجي تابع رکڻ کپي. تنهنجو روح، تنهنجي جسم جو بادشاه آهي، انهيءَ جي رعيت مان ڪنهنکي به باغي ٿي، سندس برخلاف فساد ڪرڻ نه ڏي. تنهنجو بدن، گويا ڌرتيءَ جو گولو آهي ۽ تنهنجا هڏا، گويا ٽڪر آهن، جن تي اهو بيٺل آهي.

جهڙيءَ طرح سمنڊن جي ٻخار مان جبلن تي چشما ٿين ٿا، جنجو پاڻي، ندين جي رستي وهي وري به اچي سمنڊ ۾ پوي ٿو، تهڙيءَ طرح تنهنجي حياتيءَ جي قوت، دل مان نڪري، بدن ۾ گهمي، وري موٽي

پنهنجيءَ جاءِ تي اچيتي. انهيءَ جا اهي ٻئي رستا جاري رهي نٿا سگهن، جو خدا جو حڪم اهڙيءَ طرح آهي. تنهنجو نڪ، خوشبوءِ سنگهڻ لاءِ ناهي ڇا؟ تنهنجو وات، سوادي طعام چکڻ لاءِ ناهي ڇا؟ تڏهن به توکي جاڻڻ گهرجي ته خوشبوءِ، گهڻي سنگهڻ ڪري نٿي وڻي ۽ سوادي طعام به گهڻي کائڻ ڪري اشتها وڃايو ڇڏي. تنهنجون اکيون، نگهبانن يا چوڪيدارن وانگي ناهن ڇا، جو تنهنجي لاءِ هيڏي هوڏي نظرداري پيون ڪن؟ انهيءَ هوندي به اکثر سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ تفاوت معلوم ڪري نٿيون سگهن، تنهنڪري پنهنجي روح کي پوري پڪي درجي تي رکيو اچ ته پوءِ اهي تنهنجا حواس، جي هنجا اکيون آهن، سي توکي سچيون خبرون پيا پهچائيندا. تنهنجو هٿ، ڪهڙي نه عجيب شي آهي! ساري خلقت ۾ انهيءَ جهڙي ڪا ٻي شي آهي؟ اهو توکي انهيءَ لاءِ ڏنو ويو هو ته آهو ڏکيو ڪري، پنهنجي پاڻ جو هٿ وٺين ۽ انهيءَ کي مدد ڪرين.

سڀني جانورن مان ڇو رکيو تنهنجو منهن شرم ڪري ڳاڙهو ٿو ٿئي؟ انهيءَ لاءِ ته جهان کي خبر پوي ته تون شرمندو ٿيو آهين، تنهنڪري اهڙو ڪم نٿي نه ڪر جنهن ڪري شرمندو ٿين. ڊپ ۽ خوف ۾ ڇو تنهنجي منهن جو رنگ اڏاميو وڃي ۽ ڦڪو ٿيو پوي؟ اهڙي خطائي نه ڪر جنهن ڪري

توکي دل ۾ ڏپ ٿئي. توکي ڇاڻ گهرجي ته ڏڄڻ سڙسن جو ڪم ناهي، ڇالاءِ ننڊ ۾ خواب خيال جي رستي توکي پري جو لڪل احوال معلوم ٿئي ٿو؟ توکي ڄاڻڻ گهرجي ته اهي قدرت جا کيل آهن، انهن ڏي غورسان نهار.

سڀني جانورن مان فقط تون ئي ڳالهائي سگهين ٿو، انهيءَ شريف بخشش تي عجب ڪاءِ ۽ جنهن توکي اها ڳالهائڻ جي سگهه ڏني آهي تنهنجي جوڳي واکاڻ ۽ معقول تعريف ڪر. پنهنجن ٻارن کي به خدا پرستيءَ ۽ حق شناسيءَ جي تعليم ڏي.

## فصل ڏهون – روح ۽ انجي اصلي طبيعت

اي انسان! تنهنجي ظاهري بدن جي سعادت ۽ خوشي آهي تندرستي، طاقت ۽ عضون جي مناسبت، انهن سڀني مان وڏي تندرستي آهي. جيئن تندرستي، بدن جي لاءِ آهي تيئن سچ ۽ سچائي، روح جي لاءِ آهي. انهيءَ ڳالهه جو بلڪل يقين آهي ته توکي روح آهي، انهيءَ جهڙو ظاهر ۽ ثابت سچ تنهنجي لاءِ ٻيو ڪونهي، انهيءَ بخشش لاءِ تون نمائيءَ سان خدا تعاليٰ جو شڪرانو ڪر، انهيءَ جي ماهيت پوريءَ طرح معلوم ڪرڻ لاءِ متا نه هڻ جو آهو انسان جي پروڙ کان ٻاهر آهي.

خيال ۽ سمجهه، عقل ۽ مرضي، انهنکي روح نه مڃي اهي سڀ روح جا ڪم يا عمل آهن، مگر انهيءَ جي ذات ناهن. انهيءَ ڪري هڪدم مٿي نه چاڙهه، نه ته تون ذليل ٿيندين. اهڙو مٿي نه چڙهه، جو ڪنڌ ڀر ڪري پوين، نڪي اهڙو هيٺ پؤ، جو وڃي جانورن سان مٽ ٿين. گهوڙي ۽ گڏه جهڙو پاڻ کي نه ڪر، جنکي ڪوبه عقل يا هوش ڪونهي. روح کي سندس خاصيتن مان سڃاڻ، جي بيشمار آهن. اهي شمار ۾ مٽي جي وارن کان يا آسمان جي تارن کان به وڌيڪ آهن.

ڪي چون ته هڪڙو روح وراهي ذرا ذرا ڪري سڀني ماڻهن کي ڏنو ويو آهي، ڪي چون ته هڪڙي ماڻهوءَ کي گهڻا روح آهن، حقيقت هيءَ آهي ته جيئن تنهنجي دل به هڪڙي آهي تيئن تنهنجو روح به هڪڙو آهي. سچ، آليءَ مٽيءَ کي سڪائي ٿو، آهو ساڳيو سج، ميڻ کي پگهاري ٿو. جهڙيءَ طرح هڪڙو سج، اهي ٻئي ضد ڪم ڪري ٿو تهڙيءَ طرح هڪڙو روح، پنهنجيءَ مرضيءَ تي، مخالف ڪم ڪري ٿو. جهڙيءَ طرح چنڊ جي مُنهن تي اونداهيءَ جي پردي اچڻ ڪري به هنجي پنهنجي اصلوڪي صورت ۽ خاصيت قائم رهي ٿي تهڙيءَ طرح روح، بيعقل ماڻهوءَ ۾ به پنهنجي اصلوڪي ڪماليت قائم رکيو اچي. هو فنا ٿيڻ جو ناهي، هو مٽجڻ جو ناهي، هو سڀني ۾

هڪجهڙو آهي. تندرست ماڻهوءَ ۾ هو خوشي ۽ خوبي ظاهر ڪري ٿو، ۽ محنتي ماڻهوءَ ۾ هو سمجهه ۽ سياڻپ پيدا ڪري ٿو. جيتوڻيڪ هو توکان پوءِ به رهندو، ته به ائين نه چاڻ ته هو توکان اڳي پيدا ٿيو هو، جڏهن تنهنجو بت جڙيو ۽ مغز ٺهيو تڏهن هو به پيدا ڪيو ويو. اهو انصاف نه چئبو ته نيڪين جي ڪري توکي چڱو روح مليو، نڪي اهو رحم چئبو ته بدين جي ڪري توکي خراب روح مليو. اهي نيڪيون ۽ بديون تنهنجون آهن ۽ انهيءَ جي لاءِ تون جوابدار آهين. ائين نه چاڻ ته موت، توکي پڇاڙي کان پناه ڏيندو، اهڙو ڀروسو نه ڪر ته سڙي فنا ٿي وڃڻ ڪري، تون امتحان کان ڇٽي ويندين. جنهن توکي الاجي ڇا مان جوڙيو آهي، سو توکي الاجي ڇا مان وري اٿاري نه سگهندو ڪيئن؟

ڪڪڙ کي اڌ رات جي خبر ڪيئن ٿي پوي ڇا؟ اهو ٻانگ ڏئي توکي ننڊ ۾ ڏياري ٿو ته صبوح ٿيو آهي؟ ڪتو پنهنجي ڌڻيءَ جا پيرا نٿو سڃاڻي ڇا؟ ٻڪريءَ کي جڏهن ڪو زخم ٿئي ٿو تڏهن هوءَ پاڻهي انهيءَ گاه وٽ نٿي وڃي ڇا جو هنکي ڇٽائي ٿو؟ اهڙيءَ سمجهه هوندي به، جڏهن اهي جانور مرن ٿا تڏهن سندن حيواني روح ناس ٿيو وڃي، رڳو تنهنجو ئي

روح آهي، جو تنهنجي سرڻ کان ٻوءِ جٽاءِ کري ٿو. هنن جانورن جي حواسن تي، زياده تيز هئڻ کري ريس نه کر. توکي چاڻ گهرجي ته چگين شين سڃاڻ ۾ کو فائدو گونهي، پر انهنکي کيئن کم آڻجي، انهيءَ جي معلوم کرڻ ۾ فائدو آهي.

جيکڏهن تنهنجا کن، هرڻ جهڙا تيز هجن ها، يا جيکڏهن تنهنجون اکيون، باز وانگي پري ڏسن ها، جي تنهنجي سنگهڻ جي سگه، شکاري کتي جهڙي هجي ها، يا چکڻ جي سگه باندرن جهڙي هجي ها، يا ڇهڻ جي سگه، کڇونءَ جهڙي هجي ها، ته به عقل کان سواءِ اهي توکي کهڙي کم اچن ها؟. اهي انهن جانورن وانگي نيٺ ناس ٿي نه وڃن ها ڇا؟ انهن جانورن مان کنهنکي کا ڳالهائڻ جي سگه آهي؟ انهن مان کو توکي چوندو ته "هن سبب کري مون هيئن کيو؟"

ڏاهي ماڻهوءَ جا چپ، صندوقڙيءَ جي طاق وانگي آهن؛ اجا ڪولجن ٿا ته جواهر اکيان هرجيو پون. هننجا گفتا، جي هو مناسب وقت تي ڳالهائين ٿا، سي ڄڻ ته سون جا وڻ آهن، جي چانديءَ جي ٻارن ۾، عمديءَ تجويز سان رکيل آهن. پنهنجي روح جي جيتري گهٽي ڳالهه کندين سا سڀ پوري آهي؛ جيتري زياده تعريف کندين سا سڀ بجا آهي؛ اهو

خود خالق جي صورت تي آهي، خود انهيءَ جو نمونو آهي. انهيءَ جو شرف ۽ مرتبو، توکي هميشه دل تي رکڻ گهرجي. توکي وسارڻ نه گهرجي ته هڪڙي وڏي طبيعي طاقت تنهنجي حوالي ڪئي ويئي آهي. جيڪا شئي، چڱائي ڪري سگهي ٿي سا بڇڙائي به ڪري سگهندي؛ تنهنڪري خبرداري ڪري، انهيءَ شئي کي چڱائيءَ يا نيڪيءَ جي پاسي هلائڻ گهرجي.

روح اهڙي شي ناهي جا گهڻي گوڙ ۾ توکان گم ٿي ويندي؛ اٿين نه پانءِ ته، تون انهيءَ کي دٻائي، اڪائي ڇڏيندين؛ چستيءَ ۽ چالاڪيءَ مان انهيءَ کي خوشي حاصل ٿئي ٿي ۽ انکي ڪم ڪرڻ کان روڪڻ مشڪل آهي. هو هميشه چرڻ ۾ آهي؛ هو جتي ڪٿي ڪوشش ڪندڙ آهي؛ هنجي ڦڙتي ۽ چالاڪي حد کان ٻاهر آهي. جي ڪا شي زمين جي تمام پراڻهين ڪنڊ تي هوندي ته انهيءَ کي به، هو پهچي سگهي ٿو؛ جي ڪا شئي آسمان جي تارن کان به مٿي هوندي ته انهيءَ کي به هو ڏسي سگهي ٿو.

جانچ ۽ تپاس ڪرڻ ۾ هنکي لذت اچي ٿي. جيئن ڪو ماڻهو تتل واريءَ جي بيابان ۾ پاڻيءَ جي ڳولا ڪري ٿو تيئن روح، علم ۽ معرفت جي پٺيان ڳولائو آهي.

پر انهيءَ جي سنڀال رکج، جو هو تيز ۽ شوخ آهي؛ انهيءَ کي روڪج، جو هو ڪنهن قاعدي تي

هلڻ وارو ناهي، هنکي فهمائش ڪندو رهي، جو هو حد کان لنگهي ويندو آهي. هو ٻاڙيءَ کان وڌيڪ چرندڙ ۽ لڏندڙ آهي، ميڻ کان وڌيڪ نرم ۽ مڙندڙ آهي، هوا کان وڌيڪ هلندڙ ۽ جاءِ ڏيندڙ آهي، ڪابه شئي هنکي ٻڌي، ٻهاري نه ٿي سگهي. ڪم عقل ۽ نافهم ماڻهوءَ جي لاءِ روح ائين آهي جيئن چرئي جي هٿ ۾ ترار. روح جي ڳولا ۽ تپاس جو مدعا آهي، سچ يا حقيقت، انهيءَ جي هٿ اچڻ جا اُپاءَ آهن عقل ۽ آزمودو، اهي ضعيف، اڻ پورا ۽ ڀلائيندڙ آهن. تڏهن هو پنهنجو مدعا ڪيئن حاصل ڪري؟ ماڻهن جي عام راءِ، ڪا سچ جي ثابتي ناهي، ڇالاءِ جو گهڻو ڪري ماڻهو ناواقف ۽ جاهل آهن. پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ۽ پنهنجي خالق کي سڃاڻڻ ۽ انهيءَ جي عبادت فرض ڄاڻڻ، اهي ڳالهيون تنهنجي اکيان بلڪل صاف ۽ ظاهر آهن، انهن کان وڌيڪ، انسان کي ٻيو ڇا ڄاڻڻ گهرجي؟

## فصل چوڏهون – انسان جي حياتيءَ جي مدت ۽ اڌجا فائدا

ماڻهوءَ جي لاءِ حياتي اهڙي آهي جهڙي چنڊول پکيءَ جي لاءِ صبح جي اچاڻ، يا چبري جي لاءِ سانجهين جي اونداهي، يا مک جي لاءِ ماڪي، يا ڳجهه

جي لاءِ ڏونديءَ. جيتوڻيڪ حياتي روشن ۽ چمڪندڙ آهي، ته به اکين کي ٽڪائي نه ٿي، جيتوڻيڪ لڪل آهي، ته به ناخوش نه ٿي ڪري، جيتوڻيڪ مٺي آهي ته به ڪک نه ٿي ڪري، جيتوڻيڪ خراب آهي ته به نفرت پيدا نٿي ڪري. انهيءَ هوندي به آهي ڪو ماڻهو جنهنکي انهيءَ جي پوري قدر ۽ سچيءَ قيمت جي خبر هجي؟ حياتيءَ جو قدر، جيترو توکي چاڻ گهرجي اوتري چاڻ جي ڪوشش ڪر، تڏهن چئبو ته تون عقل جي رستي تي آيو آهين. جاهان وانگي اهو خيال نه ڪر ته هن دنيا ۾ حياتيءَ کان وڌيڪ ٻي ڪابه شي عزيز ۽ قيمتي ڪانهي، نڪي جيڪي پاڻکي حڪيم ۽ ڏاها ٿا سڏائين تن وانگي اهو اعتقاد رک ته اها ڌڪارڻ جي لائق آهي حياتيءَ کي انهيءَ ڪري پسند نه ڪر ته ان ۾ ڪا ذاتي خوبي رذيل آهي، پر انهيءَ ڪري ته ان مان پنهنجي چڱائي پوڄي سگهي ٿي. جيڪي حياتيءَ جا ڏينهن تو اجايا وڃايا آهن سي خدا تعاليٰ توکي موٽائي نه آڻي ڏيندو، نڪي تون هيرن جي کاڻين خرچڻ سان، وري خريد ڪري سگهندين، باقي جيڪي ڏينهن بچيا اٿيئي، سي تون نيڪيءَ ۾ گذار.

اُئين نه چئو ته جي ماڻهو نه جمي ها ته چڱو هو. يا جي جمي ها ته جلد مري ها ته چڱو هو، نڪي ٻڇيا ٿي، خدا تعاليٰ کي اُئين چؤ ته جي آءٌ نه هجان ها

ته گناه ڪٿي هجي ها؟ نيڪي تنهنجي وس ۾ آهي؛ نيڪي نه ڪرڻ بدي يا گناه آهي. هاڻ جي تنهنجو سوال واجبي آهي ته سچو قصور تنهنجو آهي.

جيڪڏهن مڇيءَ کي خبر هجي ها ته ڳاه ۾ ڪنڍي لڪل آهي ته، جيڪر هوءَ ڪا ڳاه ڳهي وڃي؟ جي شينهن کي خبر هجي ته پنجوڙ منهنجي لاءِ سنيرايا اٿن ته جيڪر هو ڪو انهن ۾ ڦاسي؟ ٿوريءَ طرح جي ماڻهو گهٽوئي ڪٿي گهري ها ته جڳ جڳ جيئان ته روح، هن مٽيءَ جي بوتي سان گڏ فنا ٿي نه وڃي ها، نڪي جيڪر رحم وارو خالق هنکي خلقي ها. انهيءَ سان توکي چاهڻ گهرجي ته تون هن ڪان پوءِ جيئرو رهڻو آهين.

جهڙيءَ طرح پکي، جو لاچار پڃري ۾ اچي ڦاٿو آهي، سو ماٺ ڪري هري وڃي ٿو ۽ اجايا متا هڻي، پڃري جي پاسن سان پاڻکي ڦٽي نٿو ڇڏي، تهڙيءَ طرح تون به جنهن حالت ۾ رکيو ويو آهين تنهن سان پڇي نڪرڻ جي لاءِ اجائي تڪليف نه ڪر. اٿين چاڻ ته اها تنهنجيءَ پتيءَ ۾ ئي آئي آهي ۽ انهيءَ تي قناعت ڪر ۽ راضي ره. جيتوڻيڪ حياتيءَ جا رستا سنوان سوڌا ناهن، ته به سڀ تڪليف جهڙا به ناهن؛ توکي گهرجي ته سڀني سان پاڻکي هيرائين؛ جتي ڪا خسيس خرابي ڏسڻ ۾ اچيئي، اتي تمام وڏي خوف جو

شڪ رکين. جڏهن تنهنجو وچاڻو ڪکن جو آهي تڏهن تون بيشڪ آرام سان ننڊ ڪر، پر جڏهن ڳلن جي بستري تي ليٽين تڏهن ڪنڊن جي خبرداري رکج. خراب حياتي گذارڻ کان، چڱو موت مرڻ بهتر آهي، تنهنڪري ايستائين جيئري رهڻ جي خواهش ۽ ڪوشش ڪر جيستائين توکي جڳائي، نه ايستائين جيستائين جيئرو رهي سگهين. جڏهن موت کان وڌيڪ تنهنجي حياتيءَ مان ٻين کي فائدو رسي، تڏهن انهيءَ کي بچائڻ ۽ سنڀالڻ توتي فرض آهي.

بيعقلن وانگي اهڙي شڪايت نه ڪر ته تنهنجو وقت ٿورو آهي! ياد رک ته جيئن تنهنجا ڏينهن گهٽبا وڃن، تيئن تنهنجا ڏک ۽ فڪر به گهٽبا وڃن. پنهنجيءَ حياتيءَ جي مدت مان جيڪي نڪما ڀاڱا آهن سي ڪڍي ڇڏ، پوءِ ڏس ته ڇا ٿو بچي؟ پهرين ننڍپڻ جو وقت ڪٽ، پوءِ پيريءَ جو وقت، جا گويا ٻي ٻاراڻي وهي آهي، پوءِ ننڊ جو وقت، پوءِ بيخياليءَ جو وقت، پوءِ پنهنجي بيماريءَ جو وقت، پوءِ توکي خبر پوندي ته جي تون پڪي عمر تي وڃي رسين ته به ڪيترا نه ٿورا ورهيه سچي پچي شمار ۾ آڻڻ جهڙا آهن! جنهن توکي مهرباني ڪري سڪ، جي لاءِ حياتي ڏني آهي، تنهن تنهنجي حياتيءَ جي عرصي گهٽائڻ سان توتي پاڻ زياده مهرباني ڪئي آهي. ڊگهي حياتي توکي ڪهڙي ڪم اچي ها؟ ڀانئين ٿو ته وڌيڪ گناهن ڪرڻ لاءِ وجهه مليئي ها ته چڱو هو

ڇا؟ پر جي چڱائي ڪرڻ جي گهٽتي اٿئي ته جنهن تنهنجي عمر ٿوري رکي آهي سو انهيءَ آهر، تنهنجي ٿوريءَ ڪمائيءَ تي راضي نه رهندو ڇا؟

تون ڏکن لاءِ پيدا ٿيو آهين، پوءِ به وڏيڪ جيئڻ جي خواهش ڪرين ٿو؟ رڳو ساه کڻڻ، کائڻ پيئڻ ۽ دنيا ڏسڻ جي لاءِ جيئڻ گهرين ٿو ڇا؟ اهو سڀ تو اڳيئي گهڻو ڪيو آهي، وري وري ڪرڻ يا نهايت گهڻي ڪرڻ ڪري بيزار ڪين ٿيندين؟ جي وڏيڪ نيڪي ڪرڻ ۽ علم توڙي عقل وڌائڻ جي خواهش اٿئي ته وڏيڪ ڪهڙو علم توکي حاصل ٿي سگهندو ۽ اهو ڪير توکي سيکاري سگهندو؟ جيڪو ٿورو عرصو توکي مليو آهي سو تون مفت اجائي ڪم ٿو آڻين، تڏهن ڇو ٿو دانهون ڪرين ته مون کي گهڻو عرصو نه مليو آهي ۽ منهنجو وقت ٿورو آهي؟ ٿوري علم ۽ واقفيت جي به دانهن نه ڪر، اهو سڀ توسان گڏ فنا ٿي ويندو، هتي سچو رهه ته هتي جي فضيلت ۽ قابليت حاصل ٿيئي.

ڪانگ کي انين نه چيو ته ”جڏهن آءٌ تنهنجو مالڪ آهيان تڏهن تنهنجي عمر منهنجي عمر کان ستوڻ وڏي ڇو ٿي؟“ نڪي هرڻ کي چيو ته ”ڪهڙي سبب تون منهنجون سؤ پيڙهيون ٿو سنيرين؟“ حياتيءَ جي اجائي وڃائڻ ۾ ڪي هو توسان مقابلو ڪري

سگهندا؟ هوڪي عيش عشرت ڪن ٿا؟ هوڪي ظلم ڪن ٿا؟ هو ڪي بيشڪر آهن؟ پاڻ توکي هنن کان اهو سبق سکڻ گهرجي ته جي ڪو پاڻي ته منهنجي عمر وڏي ٿي ۽ چڱي گذري ته مسڪين ۽ پرهيزگار رهي ۽ چڱيون عادتون سکي ۽ سادي هلت ڪري. جي توکي انهن کان بهتر حياتي گذارڻ جي تجويز اچي ته تڏهن ٿوري عمر به توکي ڪافي آهي.

انسان کي خبر آهي ته هنجي حياتي ٿوري آهي ۽ دنيا جي سک ۽ حڪومت کي بقاءُ ڪونهي، انهيءَ هوندي به جرات ڪري سارو جهان هٿ ڪري ٿو، سو جي هو سرڻ جو نه هجي ها ته الاجي ڪهڙيون رڙيون رڙي ها؟

جيتري حياتي توکي ملي آهي آها تنهنجي لاءِ بلڪل بس آهي، پر توکي انهيءَ جو قدر ڪونهي، توکي انهيءَ جي گهرج ڪانهي. تون فضول خرچ ۽ اسراف پسند آهين، جيڪي مليو اٿي سو بيخياليءَ ۽ بي پرواهيءَ سان اڏايو ڇڏين، چڱو ته گهرج کان وڌيڪ توکي مليل آهي، پوءِ به پيو دانهون ڪرين ته مونکي مليوئي ڪين، مونکي انهيءَ مان ڪي به حاصل ناهي! توکي جاڻڻ گهرجي ته صرفي جي عادت ۽ قناعت، ماڻهوءَ کي تونگر ٿي ڪري ۽ نه مال جي گهٽائي. ڏاهو ماڻهو، شروع کان وٺي حياتي خوش گذاريند و اچي پر بيعقل، هميشه پيو شروع ڪري.

مايا جي پٺيان پرينديي هلاڪ نہ ٿئي ۽ انين تہ ياڻس تہ آها پوءِ توڪي ڪم ايندي. جيڪو هلندڙ وقت جو خيال نٿو ڪري سو ڄڻ تہ جيڪي وٽس آهي سو سڀ اڇلايو ڇڏي. جيئن جنگ ۾ ڪنهن پهلوان جي دل مان تير لنگهي ويندو آهي تہ انهيءَ جي اچڻ جي هنڪي خبر نہ پوندي آهي، تيئن هنجي حياتي بہ هنڪان ورتي ويندي ۽ انهيءَ جو هنڪي سماءُ ئي ڪونہ پوندو. تڏهن حياتي ڪهڙي شي آهي، جنهنجي لاءِ ماڻهو ايترو خواهشمند ٿو رهي؟ ساهہ ڪٽڻ آهي ڇا، جنهنتي انهيءَ جو مدار آهي؟ انين ناهي ڇا تہ حياتي رکو هڪڙو ڏکيندڙ خيالي ڏيک، آفتن ۽ مصيبتن جو ميڙ، خرابين توڙي براين جو حرص ۽ هوس آهي، جي هر طرف ڀاڻ ۾ ڳنڍيل آهن؟ شروع ۾ ڳاها اڻ ڄاڻائي آهي، وچ ۾ عذاب آهي ۽ پڇاڙيءَ ۾ ڏک آهي.

جهڙيءَ طرح هڪڙي لهر، ٻيءَ کي ڌڪي ٿي، ۽ پوءِ اهي ٻئي وري پٺيان ايندڙ ٽينءَ لهر سان گڏجيو وڃن، تهڙيءَ طرح انسان جي حياتيءَ ۾ هڪڙي مصيبت، ٻيءَ جي پٺيان ڪاهيندي اچي، وڏي، ننڍيءَ کي کڻيو وڃي ۽ هاڻوڪيءَ ۾ گڏريل، گم ٿيو وڃي. اسان جا خوف، اسانجي لاءِ سچيون مصيبتون آهن ۽ اسان جون اميدون، رڳو آئينده جون ناممڪن خيالي ڳالهيون آهن.

اسين بيشڪ بيعقل آهيون، جو هتي جي ڏپ مول، پاڻکي فاني انسان ڄاڻون ٿا ۽ آئينده جي خواهش ڪرڻ مهل ائين پيا ڀانيون ته ڄڻ فنا ٿيڻ جائي ناهيون. حياتيءَ جي ڪهڙي ڀاڱي جو اسين پاڻ سان رهڻ، يا ڄمڻ ڪرڻ گهرون ٿا؟ جي جواني، ته اسانکي عيش عشرت، بدڪاري، زبردستي ۽ بي پرواهي پسند آهي ڇا؟ جي پيري، ته اسانکي ضعيفائي، لاچاري ۽ بيوساني وڻي ٿي ڇا؟

ڇوندا آهن ته اڇن جو سيني ڪي ننگ پوندو آهي ۽ پيرمرد جو سيڪو ادب رکندو آهي ۽ انهيءَ کي مانُ ڏيندو آهي. پر جي نيڪي آهي، ته جوانيءَ ۾ گلن جي ڳاڙهاڻ سان گڏ ڏيا ۽ حشمت به رهي ٿي، ۽ جي ناهي ته پيريءَ ۾ پيشانيءَ کان به گهٽ، روح ۾ گهنج پون ٿا.

پيرمرد کي انهيءَ ڪري عزت ۽ آبرو ڏين ٿا ڇا، جو هو عيش عشرت کي ڌڪاريندڙ آهي؟ پر انهيءَ ۾ ڪهڙو انصاف آهي، جو پيري، عيش عشرت کي نه ٿي ڌڪاري پر عيش عشرت، پيريءَ کي ڌڪاري ٿي!

جي جوانيءَ ۾ نيڪ رهندين ۽ چڱائي ڪندين ته پيريءَ ۾ جهان توکي مانُ ڏيندو.

# باب ڇهون

## انسان جا نقص ۽ عيب ۽ انهن جا اثر

### فصل پهريون- مغروري

ماڻهوءَ جي دل ۾ بيقراري، گهٽي آهي، بد پرهيزي، زور آهي، نااميدي، اڪثر ڪري انهيءَ ڪري ملول رکي ٿي ۽ ڏپ انهيءَ ۾ هميشه حاضر رهي ٿو، پر مغروري، انهن سڀني ڪان وڌيڪ آهي.

تنهنڪري انسان جي ڏکن ۽ مصيبتن تي رو نه، پاڻ انهيءَ جي عيبن ۽ نقصن تي ڪل- جنهن ماڻهوءَ جي مٿي ۾ مغروري آهي، انهيءَ جي هٿن ۾ حياتي، رڳو خواب ۽ خيال آهي.

انسانن ۾ جيڪو سڀ ڪان چڱو، بهادر ۽ مشهور آهي سو به انهن عيبن ڪان آجو ناهي. عام ماڻهو ته بي شڪر ۽ بيوفا آهن، تڏهن ڏاهو ماڻهو ڇو پاڻ ڪي بيعقلن جي لاءِ خوف ۾ وجهي؟ جيڪو ماڻهو پنهنجي هاڻوڪيءَ حالت جا واسطا وساري ٿو ۽ اهي پهه ڇهو پچائي ته جڏهن وڏي درجي کي پهچندس تڏهن هيئن ڪه هيئن هلندس، سو ڄڻ ته پاڻ هوا ٿو کائي ۽ سندس ساني پيا پيا کائين. توکي، هلت آها علي گهرجي ۽ ڪم اهي ڪرڻ گهرجن جي تنهن جي هاڻوڪيءَ حالت ۾ موافق ۽ مناسب هجن. ائين ڪرڻ ڪري جڏهن بهتر حالت

۽ ايندين يا وڏي درجي کي پهچندين تڏهن پشيمان ۽ شرمندو نہ ٿيندين.

جيترو مغروري ۽ بيهودگي ماڻهوءَ جي اک کي انڌو ٿي ڪري ۽ دل کي ڪاوڙ ٿي ڪري اوترو ٻي ڪا شئي نٿي ڪري. اهوئي سبب آهي جو جڏهن تون پنهنجا عيب نٿو ڏسي سگهين تڏهن ٻيا تنهنجا عيب ظاهر ظهور پيا ڏسن.

جهڙيءَ طرح لالا جو گل سهڻو گهڻوئي آهي پر خوشبوءِ کان اٽس ۽ ڪنهن ٻہ ڪم ڪين ٿو اچي، تهڙيءَ طرح انهيءَ ماڻهوءَ جو حال آهي جو پاڻکي وڏو ٿو سمجهي پر منجهس ڪابہ لياقت يا فضيلت ڪانهي.

مغرور ماڻهوءَ جي دل، ڏسڻ ۾ قناعت ۽ آرام واري ايندي آهي مگر حقيقت ڪري هميشه بي آرام ۽ ڪُٺيءَ ۾ رهي ٿي. هنجا فڪر، هنجي خوشين کان گهڻا آهن. هنجو فڪر ۽ انتظار، رڳو سندس جسم تائين جناءُ نٿو ڪري پر مئي کان پوءِ بہ هليو هلي. هو مٿا هٿي ٿو تہ مرڻ کان پوءِ بہ منهنجي تعريف ٿئي، پر جيڪو هن کي اهڙي پڪ ڏئي ٿو سو هن کي ٺڳي ٿو.

جهڙيءَ طرح ڪو ماڻهو محبت ڪان پنهنجيءَ زال کي چوي ته جڏهن آءٌ مري وڃان تڏهن تون ٻيوهه ٿي گذارجئين ۽ ٻي شادي نه ڪجئين، متان منهنجي روح کي رنج رسي، تهڙيءَ طرح، انهيءَ ماڻهوءَ جو به حال آهي جو پنهنجيءَ دل کي پوءِ جا دلاسا ڏئي ٿو ۽ ڀانئي ٿو ته مئي کان پوءِ به پنهنجي تعريف پيو ڪنن سان ٻڌندس. جيڪا چڱائي ڪرڻي اٿيئي سا پنهنجي جيئري ئي ڪر، پر اهو انتظار نه ڪر ته ماڻهو انهيءَ لاءِ چا ٿا چون؟ جيڪا جڳائيندي جس شاباس ملي ٿي، تنهن تي قناعت ڪري راضي رهه. ڪ چاڻ ته ڀوئين پيڙهي تنهنجي ايتري واڪاڻ ٻڌي، ڏاڍي خوش ٿيندي. جيئن ڀوپٽ، پنهنجا رنگ نٿو ڏسي ۽ جيئن گل، پنهنجي خوشبوءِ نٿو سنگهي، تيئن اهو ماڻهو به آهي جو ڏيک ويک ڪري، پاڻ کي خوشنما بنائي ٿو ۽ ٻين کي چوي ٿو ته مون ڏي نهاريو.

هو پنهنجيءَ دل ۾ چوي ٿو ته اهڙا عمدا زربفت جا ڪپڙا مون ڍڪي چا ڪيو جي ڏسڻ وارو ڪونه ٿيو؟ ۽ ههڙي عمدي ۽ لذيذ طعام جي دسترخاني تي رکڻ مان ڪهڙو فائدو جي انهيءَ جي ڪنهن کي خبر ڪانه پيئي؟ چڱا مڙس! اهي ڪپڙا، اگهاڙن کي ڏي ۽ اهي طعام، بکين کي کاراءِ ته تنهنجي سچي تعريف ٿئي ۽ تون پاڻ به ڄاڻين ته

آڻ انهيءَ تعريف جو لائق آهيان. ٻين ماڻهن جي تون اجائي خوشامد ڇو ٿو ڪرين؟ چاڻين ٿو ته جي ٻيا ساڳين انهن بي معنيٰ لفظن ۾ تنهنجي خوشامد ڪن ته جيڪر تون انهيءَ کي ڪوڙ چاڻين ۽ انهيءَ تي ڪو به خيال نه ڏين! خوشامد ڪرڻ واري کي خبر آهي ته هو ڪوڙ ڳالهائي، توکي خوش ٿو ڪري ۽ انهيءَ هوندي به هو چاڻي ٿو ته انهيءَ ڪوڙ لاءِ تون هن جو شڪرگذار ٿيندين. هميشه سچ ڳالهائڻ جي عادت ڪر، پوءِ جيڪي تون ٻڌندين، تنهن مان توکي فائدو ٿيندو.

مغرور ۽ بيهودو ماڻهو، پنهنجي بابت ڳالهه ڪرڻ ڪري ڏاڍو خوش ٿئي ٿو، پر هن کي اها خبر نٿي پوي ته ٻيا منهنجي ڳالهه ٻڌڻ نٿا گهرن. جيڪڏهن هو سچ پچ تعريف جوڳو ڪم ڪري ٿو يا جيڪڏهن هن ۾ ڪو واکاڻ ڪرڻ جهڙو گڻ آهي ته انهيءَ کي پڌري ڪرڻ ۾ خوش ٿئي ٿو ۽ پنهنجي تعريف، پنهنجن ڪنن سان ٻڌڻ ڪري مغرور ٿئي ٿو، پر اهڙي ماڻهوءَ جي خواهش پوري نٿي ٿئي، ماڻهو ائين ڪين چوندا ته ”ڏسو، هن هيءُ ڪم ڪيو آهي يا هن ۾ هيءُ گڻ آهي“. پر چوندا ته ”ڏسو، هو هن ڪم يا هن گڻ تي غرور ٿو ڪري“.

انسان جي دل ساڳئي وقت ۾ گهڻين ڳالهين ڏي ڌيان ڪري ڪين ٿي سگهي. جيڪو ماڻهو

ڏيک تي خيال رکندو تنهن کي حقيقت هٿ نہ ايندي. هو چڱ تہ پاڻيءَ جي ڦوڙن جي پٺيان ڊو ڙوي، جي ڏوڙندي ڦسيو پون، پوءِ انهيءَ هلاکيءَ مان هن کي ڇا ٿو حاصل ٿئي؟

## فصل ڏهون - طبيعت جي ناهمواري

اي انسان! سياءَ کري تنهنجي طبيعت هميشه ناهموار ٿي رهي، تنهنکري سيکنهن وقت انهيءَ جي سنڀال رک. ماءَ جي طبيعت جي اثر کري، تون قائم مزاج ناهين ۽ کڏهن کهڙو ۽ کڏهن کهڙو ٿو رهين. پيءُ جي طبيعت جي اثر کري، تنهنجي دل هميشه ناهموار ۽ بيقرار ٿي رهي، تڏهن تون يک دليو کيئن رهي سگهندين؟ تنهنجو بدن، برابر ضعيف ۽ پوس آهي مگر تنهنجي روح کي خدا تعاليٰ، مضبوطي ۽ همت عطا کئي آهي، اها کم آڻ تہ تون ڏاهو ٿين ۽ نيکبخت ۽ سکيو ٿين.

جيکو چڱائي کري، تنهن کي آنهيءَ جي پٺاک هٿ نہ گهرجي، ڇا لاءِ جو گهڻو کري اها هـو، ازخود يا پنهنجيءَ مرضيءَ پٺيان نٿو کري، هن کي اشارو يا تحرک مڙئي ٻاهران اچي ٿو ۽ اڳواٽ هن کي کابہ خبر کانهي. جڏهن اوچتو کو اتفاق ٿئي ٿو يا موقعو ملي ٿو تڏهن هن کي چڱائي کرڻ جو وجهہ ملي ٿو. انهيءَ کري اهو پين ڳالهين جو نتيجو

ڇڱبو ۽ تنهنڪري تعريف ۾ اهڙين ڳالهين ۾ اتفاق
جي ڪري جڳائي. جڏهن ڪنهن ڪم جو اراد و
ڪرين تڏهن انهيءَ تي قائم رهه ۽ ہڏان ڇـڙهان
نہ ڪر، آنهيءَ جي تعميل ڪرڻ ۾ دل نہ لوڏ ۽
پٺ تي نہ هٽ. ائين ڪرڻ سان پنهنجن ہين سڀائي
عيبن تي غالب ٿيندين ۽ آنهن جي خرابيءَ ڪان ڇٽندين.

عقل تي، آنهيءَ ڪان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو الزام
اچي سگهي ٿو تہ هو مخالف ڪم ڪري ٿو؟ انهن
سڀني خرابين جي زور گهٽائڻ جـو علاج، دل جـي
مضبوطيءَ ۽ قائم مزاجيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ ڪونهي.
ناهموار طبيعت واري ماڻهوءَ کي خبر پوي ٿي تہ
منهنجي دل ڦري گهري پيئي، پر ايترو نہ ڄاڻندو
آهي تہ ڇو ٿي ڦري گهري؟ هو سڀ ڪري ٿو تہ
آءٌ پاڻهي، پاڻ ڪان ٻيو ڀڄان، پر خبر نٿي پويس تہ
ڪيئن؟ ڇـڱي ڪم ۾ قائم رهنديـن ۽ ڦيرگهير نـہ
ڪائيندين تہ ماڻهو توتي ڀروسو رکندا. پنهنجي هلڻ
۽ ڪم ڪرڻ لاءِ ڪي آصول مقرر ڪري ڇڏ، پوءِ
هميشہ آنهن تي ٻيو هل ۽ عمل ڪر. ڀهرين خاطري
ڪر تہ اهي تنهنجا اصول پورا ۽ واجبي آهن؟ پوءِ
انهن ڪان منهن نـہ موڙ. ائين ڪندين تـہ نفساني
خواهشون توتي غالب نـہ پونديـون ۽ يڪدليءَ ۽
قائم مزاجيءَ جي ڪري تنهنجي نيڪي، توسان نيائيندي
ايندي ۽ بـدبختي تـوڪان ڀـري ڀڄنـدي. ڳنٿي،

انتظاري ۽ نااميدي اهي توکي اصل ويجهو نہ ايند يون.

پئي ڪنهن ۾ بديءَ جو گمان نہ ڪر، جيسين ڪ اکين سان نہ ڏسين، جڏهن ڏسين تڏهن اها متان وسارين. جيڪو دشمن ٿي رهيو آهي، سو دوست ڪين ٿيندو، چالاڪ جو ماڻهو پنهنجا قصور مڃائي نٿو سگهي. جيڪو ڪنهن ٺهرايل اصول يا قانون تي نٿو هلي، تنهنجا ڪم پلا ڪيئن برابر ۽ درست هوندا؟ جيڪي عقل ۽ سمجهہ تي ٻڌل ناهي، سو واجبي بہ نہ هوندو. ناهموار طبيعت واري ماڻهوءَ جي دل، هميشه بيقرار ٿي رهي، نڪي انهيءَ جي دل کي ڪو قرار هوندو، جنهن سان هن جو ڪو واسطو هوندو. هن جي هلت ناموافق آهي، هن جا ڪم نا برابر آهن، هن جي دل هوا جي جهوٽي سان پيئي ڦري گهري. اج تون هن کي وٺين ٿو، سڀاڻي هو توکي ڌڪاري ٿو، سو ڪهڙي سبب؟ انهيءَ جي هن کي بہ خبر ڪانهي تہ ڇو اڳي توکي پيار ٿي ڪيائين ۽ هاڻ توکي ڌڪاري ٿو؟ اج اهو زبردست ۽ خود خيال آهي، سڀاڻي نوڪر کان بہ نيچ ۽ نماڻو آهي، سو چالاڪ؟ هن ڪري جو جيڪو طاقت ۽ همت کان سواءِ مغرور ٿيندو سو جڏهن اڳيان ڪو حڪم مڃڻ وارو ڪونہ هوندس تڏهن ذليل ۽ خوار ٿيندو. اج هو بي صرفي خرچ ڪري ٿو، سڀاڻي هڪڙي لقمي

جي لاءِ بہ ڪنجوسي ڪري ٿو. جيڪو پورو ۽ وچولو رستو نہ هلندو، تنهنجو البت اهو حال ٿيندو. سانڍي ڪي ڪير چوندو تہ ڪارو آهي، جڏهن لحظي ڪان پوءِ وري سانو ڏسڻ ۾ ايندو؟ ڦرندڙ طبيعت واري ماڻهوءَ کي ڪير چوندو تہ خوش آهي، جڏهن گھڙيءَ کان پوءِ هو پيو ڏک کان ٿڌا ساهہ کڻندو؟ اهڙي ماڻهوءَ جي حياتي، رڳو خواب خيال آهي. صبح جو هو خوش ٿي اٿي ٿو، ٻنپهرن جو هو عذاب پيو ڪائي. هينئر هن جو دماغ آسمان کان بہ مٿي آهي، ذري کان پوءِ ڪنئين کان بہ زيادہ ذليل ۽ حقير آهي. ذري کلي ٿو تہ ذري روئي ٿو. هينئر هن کي خواهش آهي، ذري کان پوءِ انهيءَ جي هن کي خواهش ڪانهي. گھڙيءَ کان پوءِ وري هن کي پاڻ خبر نہ ٿي پوي تہ انهيءَ جي خواهش اٿس يا ڪانهيس. انهيءَ هوندي بہ نڪي آرام هن جي دل ۾ پڪيءَ طرح جاءِ وٺي ٿو، نڪي فڪر ۽ انتظار، نڪي انهيءَ ڪري هو وڏو ٿئي ٿو ۽ نڪي ننڍو، ۽ نڪي کلڻ جو سبب اٿس نڪي روئڻ جو، تنهن ڪري ڪنهن بہ هڪڙيءَ حالت تي هو قائم رهي ڪين سگهندو. اهڙيءَ ناهموار طبيعت واري ماڻهوءَ جي خوشي، واريءَ تي جڙيل ماڙيءَ وانگي آهي، زور مان هوا لگڻ جي ڪري انهيءَ جو بنياد اکڙيو وڃي، پوءِ جي اها ڪري، تہ ڪهڙو عجب آهي؟

پر اهو قداور شخص ڪير آهي جو سڌو هيڏي ڪاهيندو اچي ۽ جنهن جو مٿو آسمان ۾ آهي ۽ پير زمين تي آهن؟ هن جو بدن مضبوط ٿو ڏسجي، هن جي منهن ۾ مٺيا ئي ڏسجي ۽ هن جي دل ۾ آرام ٿو ڏسجي. جيتوڻيڪ واٽ هلندي هن کي، گهٽيون ئي اتڪون اچن ٿيون تڏهن به هن جي، انهن تي نظر ئي ڪانهي، آسمان ۽ زمين، هن کي روڪين ٿا ته به هو جهلڻ جو ناهي، هليو اچي، هن جي اڳيان جبل جهڪندا وڃن ۽ سمنڊ سڪندا وڃن.

رستي ۾ شينهن اچي ٿو، ته به هن کي پرواه ڪانهي، چيتي جا چٽ ڏسي، هن کي، ڪوبه ڊپ ڪونه ٿو ٿئي، وڏن وڏن ڪنڊن مان هو ڪاهيندو هليو اچي. موت مار آفتون هو هٿن سان ٽاريندو، پاسي ڪندو اچي. هن جي پٺن تي طوفان پيا لڳن، ته به هن کي لوڏي نٿا سگهن، هن جي مٿي تي مينهن پيا وسن ۽ گوڙيون پيون ٿين، ته به هن کي پرواه ئي ڪانهي، کنوڻ جي چمڪاٽ ڪري پاڻ، هن جي منهن جو نور پيو معلوم ٿئي. انهيءَ جو نالو آولوالعزمي يعني پڪو ارادو اٿئي. هو زمين جي تمام پرانهين ڪنڊ ڪان هليو آهي. هو خوشيءَ ۽ نيڪ بختيءَ کي، پري کان ڏسندو اچي،

قطب کان ٻه ٻيون انهيءَ جو مکان آهي، ته ٻه هن
جي اک، انهيءَ تي ٻوندي اچي. هو اوسيتائين وچي
پهچي ٿو ۽ انهيءَ مکان جي اندر گهڙي وڃي ٿو
۽ هميشه تائين اتي رهي ٿو.

اي انسان! تون نيڪيءَ تي پنهنجي دل قائم
ڪر، پوءِ پڪ ڄاڻ ته ماڻهوءَ جي دل لاءِ سڀ
ڪان وڏي تعريف اها آهي، ته قائم مزاج ۽ هموار
طبيعت وارو رهي، ڦري گهري ڪين.

## فصل ڏهون – ضعيفائي

جڏهن تو ۾ هيترا عيب ۽ نقص آهن ۽ مغرور،
بيهودو ۽ ڦرندڙ طبيعت جو آهين، تڏهن تون ضعيف
۽ بيوس نه هوندين ته ٻيو ڇا هوندين؟ طبيعت جي
ناهمواري، بيوسائي نٿي ڏيکاري ڇا؟ مغروري، دل
جي ضعف کان سواءِ ڪا رهي سگهندي ڇا؟ انهن
عيبن کان پاسو ڪر ته انهن جي خراب نتيجن کان
ڇٽي پوين! ڪهڙيءَ ڳالهه ۾، تون تمام ضعيف ۽
بيوس آهين؟ انهيءَ ڳالهه ۾، جنهن ۾ تون تمام
زور وارو ٿو ڏسڻ ۾ اچين، جنهن ۾ تون تمام گهڻو
فخر ٿو ڪرين، بلڪ جيڪي شيون تو وٽ آهن،
تن جي قابو رکڻ ۾ ۽ جيڪي چڱيون ۽ فائدي
واريون شيون تنهنجي آس پاس آهن، تن جي ڪم

آئڻ ۾ تون تمام ضعيف ۽ بيوس آهين. تنهنجون خواهشون، اجايون ۽ بي سود ناهن ڇا؟ توکي ڪا خبر آهي ته ڪهڙي شي جي توکي خواهش رکڻ گهرجي؟ جڏهن تنهنجو دل گهريو مطلب، توکي حاصل ٿئي ٿو تڏهن وري تون انهيءَ تي راضي نٿو رهين. جيڪا خوشي توکي موجود آهي، تنهن مان توکي لذت ڇو نٿي اچي؟ ڇو آئيندي جي خوشي توکي تمام مٺي ٿي لڳي؟ ڇا لاءِ جو تون موجوده حالت جي چڱائيءَ مان بيزار ٿو ٿين ۽ ناموجوده حالت جي خرابيءَ جي خبر ڪانه اٿيئي. توکي ڄاڻڻ گهرجي ته سڀڪنهن حال تي راضي رهڻ ۽ قناعت ڪرڻ مان سچي خوشي ۽ سعادت حاصل ٿي ٿئي. جي ڪڏهن خدا تعاليٰ، توکي دل گهريون شيون موجود ڪري ڏئي ۽ تون پنهنجي پسنديءَ موجب اهي چونڊي هٿ ڪرين، ته تون پائنين ٿو ته جيڪر تون خوش رهين يا هميشه خوشي تنهنجي گهر ۾ رهندڙ هجي؟

افسوس! تون اهڙو ضعيف آهين، جو ڪڏهن به ائين خوش گذاري نه سگهين! تنهنجي طبيعت اهڙي ناهموار ۽ ڦرندڙ گهرندڙ آهي، جو اهڙي حالت، مشڪل نظر پيئي اچي. جدا جدا حالتن ۾ رهڻ ڪي تون خوشي ٿو سمجهين؟ پر جنهن هڪڙي حالت مان هميشه خوشي حاصل ٿي ٿئي، سائي جڏاءِ ڪري

ٿي. جڏهن اها حالت لنگهي وڃي ٿي تڏهن تون انهيءَ جي وجهه ڪري پشيمان ٿين ٿو، پر جڏهن اها ساڳي توسان هجي تڏهن توکي نئي وٺي. جيڪا حالت وري انهيءَ کان پوءِ اچي ٿي، تنهن سان توکي انهيءَ وانگي خوشي حاصل نٿي ٿئي، پوءِ وري پاڻ سان پيو جهيڙا ڪرين ته ڪيئن ٿي هن کي پسند ڪيم؟ اها ڪهڙي حالت آهي، جنهن ۾ تون غلط فهمي نٿو ڪرين؟ تنهنجي ضعيفائي، جا تمام گهٽي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، سا شين جي لاءِ خواهش ڪرڻ ۾ اچي ٿي، يعني انهن جي هٿ ڪرڻ ۽ ڪم آڻڻ ۾.

چڱيون شيون، جڏهن اسان جي ڪم اچن ٿيون تڏهن اسين سگهوئي انهن مان ڪئا ٿيو پئون ۽ اهي اسان کي چڱيون نٿيون لڳن، جيڪي حقيقت ڪري مٺيون شيون آهن، سي اسان کي ڪڙيون پيون لڳن. اسان جي سک مان، ڏک پيدا ٿو ٿئي ۽ اسان جي راحت مان، رنج. پوري پني خوشي ڪر ته اها تو وٽ جئاءِ ڪري، جا خوشي معقول ۽ واجبي هوندي، انهيءَ جي پڇاڙيءَ ۾ ڏک ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو. عشق ۽ پيار جي خوشي، تڏن ساهن ساڻ شروع ٿي ٿئي ۽ پڇاڙيءَ ۾ دلگيري ۽ اپائڪائي پيدا ڪري ٿي. پر جنهن جي فراق ۾ تون حيران آهين،

سو جڏهن توکي ملي ٿو تڏهن انهيءَ مان سگهوئي ڊاڍيو پوين ۽ تنهنجي اها محبت گهٽجيو وڃي. تعريف سان گڏ محبوب جي تعظيم ڪر. عشق سان گڏ هن سان دوستي گڏنڊ. ائين ڪرڻ سان پڇاڙيءَ ۾ توکي معلوم ٿيندو ته مستيءَ کان، موافق خوشي زور آهي ۽ بيخوديءَ کان، خاطر جمعي زياده فائدي واري آهي. خدا تعاليٰ توکي خير ۽ شر گڏي ڏنو آهي پر هن توکي تميز جي طاقت ڏني آهي جنهن جي وسيلي شر کي ڌار ڪري، ٽاري سگهين.

جهڙيءَ طرح ڪابه خوشي، ڏک کان سواءِ ڪانهي، تهڙيءَ طرح ڪوبه ڏک، خوشيءَ کان خالي ڪونهي. خوشي ۽ ڏک، جيتوڻيڪ مخالف آهن ته به گڏيل آهن، رڳو اسان جي مرضيءَ ۽ پسنديءَ موجب اهي نج ۽ خالص ٿي اسان کي ملن ٿا.

سوُدا ۽ خفقان مان اڪثر خوشي پيدا ٿئي ٿي ۽ گهڻيءَ خوشيءَ ڪري روئڻ اچي ويندو آهي. بي عقل جي هٿن ۾ تمام چڱي ۽ مفيد شي به هن جي لاءِ نقصان واري ٿيو پوي، پر ڏاهو ماڻهو، تمام خراب شي مان به فائدي رسائڻ جا اپاءَ پيدا ڪري وجهي ٿو.

اي انسان ! تون پنهنجي سياءَ جي ڪري اهڙو

ضعيف ۽ بيوس آهين، شڪرانو ڪر تہ بچڙائيءَ ۾ تون ڪماليت جي درجي کي نٿو پهچي سگهين، جيڪا چڱائي تنهنجي پهچ ۾ آهي تنهن تي راضي رهندو اچ. سڀ ڪنهن حالت ۽ درجي لاءِ لياقتون ۽ ڳڻ ٺهرايل آهن، جيڪي تنهنجي لاءِ ناممڪن آهن، تن جي پٺيان نہ پؤ، نڪي جيڪي هٿ ڪري نٿو سگهين، تن جي لاءِ ارمان نہ ڪر. اها ڪا ٺيڪ آهي ڇا، تہ تو ۾ دنيادار جهڙي سخا هجي ۽ غريب جهڙي قناعت هجي؟ يا جي ڪنهن جي زال ۾، رن زال وارا ڳڻ نہ هوندا تہ انهيءَ ڪري ڪو هن کي ڌڪارڻ گهرجي ڇا؟ جيڪڏهن تنهنجو پيءُ، ڪنهن وڏي ڏوهہ ۾ گرفتار هجي تہ ائين ڪو ٿي سگهندو ڇا تہ ساڳئي وقت ۾ انصاف جي نظر تي تون هن کي موت جي سزا ڏين ۽ پدري محبت جي ڪري هن جي جان بچائين؟ جيڪڏهن پنهنجي پٽ کي موت جا عذاب کائيندو ڏسين، تہ پوءِ هن کي هڪدم ساري ڇڏڻ ۽ عذاب کان ڇڏائڻ رحمدلي ناهي ڇا؟ پر وري ساڳئي وقت ۾ هن جو قاتل ٿيڻ، موت جي برابر ناهي ڇا؟

سچ، هڪڙوني هڪڙو آهي ۽ جتي ڪٿي هڪ جهڙو آهي، جيڪي شڪ شبها آهن سي سڀ تنهنجي خيال ۾ پيدا ٿا ٿين. جنهن لياقتون ۽ ڳڻ پيدا

ڪيا آهن، تنهن تو ۾ اها سمجهه به رکي آهي ته معلوم ڪرين ته انهن مان ڪهڙا، ڪهڙن ڪان بهتر آهن؟ پنهنجيءَ دل کي انهيءَ مان واقف ڪر ۽ جيئن اها ڏسيئي تيئن عمل ڪر ته انهيءَ جو نتيجو هميشه چڱو پيو نڪرندو.

## فصل چوڏون - اڻپوري علميت ۽ واقفيت

جي انسان جي لاءِ ڪا شي خواهش ڪرڻ ۽ پسند ڪرڻ جي لائق آهي، جي ڪا اهڙي شي هن جي پهچ ۾ آهي جا تعريف جي لائق آهي ته اها علميت آهي. انهيءَ هوندي به ڪير آهي جنهن کي اها علميت پوريءَ طرح حاصل آهي؟ ملڪ جا مشير چون ٿا ته اسين علم وارا آهيون، ملڪ جا حاڪم دعويٰ ڪن ٿا ته علم جي ڪري اسان جي تعريف هئڻ کپي، پر جيڪا رعيت هنن جي هٿ ۾ آهي، علم انهن کي هٿ ڏو اچي. بچڙائي، ماڻهوءَ جي لاءِ ضروري ناهي، نڪي گناه، روا رکڻ جائز آهي. انهيءَ هوندي به ڪيتريون نه خرابيون ۽ بدڪاريون آهن جي قاعدن جي چشم پوشي ڪري روا رکڻ ۾ اچن ٿيون؟! منصفن ۽ قاعديدانن جي حڪمن پٺيان ڪيترا نه ڏوهه پيا ٿين!

اي حاڪم! توڪي ملڪ جي واڳ هٿ ۾ آهي ۽ خلق، تنهنجي حڪم هيٺ آهي. تون ڏاهو ٿي ۽ سنڀال. جي تون هڪڙو ڏوهه، پنهنجي حڪم سان روا رکندين ته اهو، انهن ڏهن ڏوهن کان خراب آهي، جي پاڻيهي ٿين ٿا ۽ سزا کان ڇٽيو وڃن. جڏهن تنهنجو لشڪر گهڻو ٿئي ٿو، ۽ پنهنجو اولاد وڌي ٿو تڏهن تون هنن کي ڪيئن پاهر موڪلين ٿو ته وڃي بيگناهه ماڻهن کي ڪهن ۽ جن کي هنن ڪو به ايذاءُ ڪونه ڏنو آهي تن جي هٿان ڪسن؟ جيڪڏهن تنهنجيءَ دل جي مراد حاصل ڪرڻ لاءِ، هزارين ماڻهن جون جانيون درڪار ٿين ٿيون ته تون ڪيئن انهن جي وڃڻ لاءِ تيار ٿين ٿو؟ يقيناً توکي اها ڳالهه خيال ۾ ناهي ته جنهن توکي خلقيو آهي، تنهن هنن کي به خلقيو آهي؛ ۽ هنن جو رت به اهڙو ڪهنبو آهي جهڙو تنهنجو. ائين ڪو چئي سگهندين ته ايذاءُ پهچائڻ کان سواءِ انصاف ڪري نه سگهبو؟ جي ائين چوين ته پنهنجو پاڻ کي گنهگار ڪرين. تون جو ويچاري تهمتيءَ کي، ڪوڙا دلاسا ڏيئي، چٽ پڌين ٿو ته، پنهنجو ڏوهه قبول ڪري، سو خود هن جو تهمتي نٿو ٿين ڇا؟ يا جي هو، انهيءَ لاءِ توکي سزا ڏئي نٿو سگهي ته تنهن ڪري تنهنجو اهو ڏوهه ڪو گهٽ يا هلڪو ٿي پيو ڇا؟ جڏهن تون ڏوهه جي شڪ ۾ ڪنهن تهمتيءَ کي سچي

ڪرائڻ لاءِ ايذاءَ ۽ عذاب ڏئو ڏين، تڏهن ڪو سماءُ پوئي ٿو ته متان هو بيگناهه هجي ۽ هن سان ناحق ٿيندو هجي. پوءِ انهيءَ سان تنهنجو مطلب حاصل ٿئي ٿو ڇا؟ جي هو ڪٿي ڏوهه قبول ڪري ٿو ته تنهنجي دل کي ڪا خاطري ٿئي ٿي ڇا؟ ايذاءَ ۽ عذاب جي ڪري لاچار جيڪي نه هوندو، تنهنجي لاءِ به چوندو ته هائو آهي، عذابن کان جند ڇڏائڻ لاءِ بيگناهه به لاچار پاڻ کي گنهگار ٺهرائي ٿو. اهڙي انڌائي ۽ عقل جي ڪوتاهي ٻي ڪهڙي ٿيندي؟ جڏهن خدا تعاليٰ، منصف ٿي، تو کان انهيءَ جو پڇندو تڏهن تون چائيندين ته ڏهه هزار سچا پڇا ڏوهاري سزا کان سواءِ ڇٽي وڃن ها ته چڱو هو، جو هڪڙو بيگناهه، تو تي فريادي ٿئي. جڏهن تون پوريءَ طرح انصاف ڪري نٿو سگهين تڏهن ڪهڙيءَ طرح سچي حقيقت معلوم ڪري سگهندين ۽ ڪيئن سچ کي پروڙي، ان کي پهچي سگهندين؟

جهڙيءَ طرح سج جي روشني، ڇپري کي اندو ڪيو ٿي وجهي، تهڙيءَ طرح جڏهن تون به سچ کي ويجهو ويندين تڏهن انجو تجلو، تنهنجي اکين کي ٽڪائي ڇڏيندو ۽ تون انکي ڏسي ڪين سگهندين. جي تون پائنئين ته چڙهي وڃي سچ جي تخت تائين پهچين ته پهرين سندس تخت جي پائي وٽ ادب سان پنهنجو ڪنڌ جهڪاءِ جي پائنئين ته

توڪي سچ جي پوري پوري خبر پوي ته پهرين پاڻ
کي خاطري ڏي ته آءٌ جاهل آهيان ۽ ڪي ڪين
ٿو ڄاڻان. سچ، موتين کان به وڌيڪ قيمتي آهي،
تنهنڪري انهيءَ جي نهايت خبرداريءَ سان ڳولا
ڪر، انهيءَ جي اڳيان هيرو، زمرد، لعل ۽ فيروزو
ڪي به ڪين آهي، تنهنڪري همت سان ان جي
پٺيان پئو ۽ ان کي ڳولي لهه. انهيءَ جي لهڻ جو
رستو آهي محنت. ڪشالو ۽ ڏيان، توڪي انهيءَ جي
جاءِ تائين رهنمائي ڪندو. پر رستي ۾ ٽڪجي متان
پوين، چالاءِ جو جڏهن تون ان تائين پهچندين تڏهن
تنهنجا ٽڪ لهي ويندا ۽ تنهنجي تڪليف بدلجي تفريح
ٿيندي ۽ ڏک بدلجي خوشي ٿيندو. پاڻ کي ائين نه
چؤ ته سچ مان ماڻهن کي نفرت پيدا ٿي ٿئي، تنهن
ڪري آءٌ ان کان پري رهندس ۽ ڪوڙ کي سڀڪو
پسند ٿو ڪري، تنهن ڪري انهيءَ جي پٺيان لڳندس،
پر سچ جي ڪري جيڪي دشمن ٿين ٿا سي انهن
دوستن کان چڱا آهن جي ڪوڙيءَ خوشامد ڪري
دوست ٿين ٿا. ماڻهوءَ کي سياءُ ڪري سچ پسند
ٿو اچي ۽ انهيءَ جي خواهش رهي ٿي، انهيءَ
هوندي به جڏهن سچ سندس اڳيان اچي ٿو تڏهن
هو انهيءَ کي سچائي، هٺ ڪري نٿو سگهي ۽ جي
سچ، زور ڪري وٺس وڃي ٿو ته هن کي پاڻ
خفو ٿو لڳي. سچ ۾ ڪو به قصور ڪونهي، ڇالاءِ
جو اهو سدائين وڻندڙ ۽ هر دلعزيز آهي، پر انسان

اهڙو ضعيف آهي جو ان جو تجلو برداشت ڪري نٿو سگهي. جي ڀانئين ته انهيءَ ضعيفائي جي توکي وڏيڪ چڱائيءَ سان خبر پوي ته عبادت ڪرڻ مهل پنهنجو سماءُ رک. مذهب مان بدعا اهو هو ته توکي پنهنجي ضعيفائيءَ ۽ بيوسائيءَ جي خبر پوي ۽ توکي پنهنجا عيب ۽ نقص ياد اچن ۽ اها پڪ ٿئي ته خدا کان سواءِ تنهنجو ڪو به ٻيو وسيلو ڪونهي، جنهن کان ٿي توکي چڱائيءَ جي اميد رکڻ کپي. مذهب، توکي اهو ياد نٿو ڏياري ڇا ته تون خاڪ ۽ مٽي آهين؟ توبه ۽ پشيماني، انسان جي ضعف ۽ بيوسائيءَ جو نتيجو ناهي ڇا؟ جڏهن تون قسم ٿو کڻين ته آءٌ ڪنهن سان ڪوڙ ۽ ٺڳي نه ڪندس تڏهن تون شرمندو ڪين ٿو ٿين ڇا ۽ جنهن سان تون اهڙو قسم ٿو کڻين اهو به شرمندو نٿو ٿئي ڇا؟ انصاف وارو ٿيڻ سک، پوءِ توکي قسم کڻڻ جو ضروري ڪونهي. ننڍڙيون تقصيرون ۽ بي عقليون، وري به چڱيون آهن، تنهن ڪري پنهنجي دل ۾ ائين نه چاهه ته ٻجي ته وڏو بيوقوف ۽ گنهگار ٿجي، نه ته تنهنجي ٿيڻ سان ڪهڙو فائدو؟ جيڪو پنهنجا عيب، صبر ۽ تحمل سان ٻڌندو، سو ٻئي کي همت سان طعنو هڻي يا فهمائش ڏيئي سگهندو. جيڪو واجبي سبب سان انڪار ڪري ٿو يا ٻئي جو چوڻ نٿو مڃي، تنهنجو چوڻ جڏهن ٻيو ڪو نه مڃيندو

تڏهن هن کي گهڻو ارسان نہ ٿيندو. جيڪڏهن تو ۾ ڪنهن جوشڪ آهي تہ تڏهن جيڪي توکان پڇڻ ۾ اچي تنهنجو آزادگيءَ ۽ صفائيءَ سان جواب ڏي. شڪ مان ڏپ ۽ مونجهارو انهيءَ کي ٿيندو، جيڪو چاهيندو تہ آءٌ ڏوهاري يا قصور وارو آهيان. جنهن جي دل نرم آهي سو ٻئي جي نيزاريءَ تي پنهنجو ارادو ڦيرائي ڇڏيندو؛ پر مغرور ماڻهو، منت ۽ زاريءَ ڪري، پاڻ سخت دل ٿئي ٿو. تون ضعيف ۽ بيوس انسان آهين، تنهن ڪري توتي فرض آهي تہ ٻئي جي زاري ٻڌين، پر انصاف ڪرڻ جي لاءِ جيڪي ٻڌين، سو خالي دل سان ٻڌ، يعني جنهن ۾ اڳيئي ڪنهن بہ قسم جو ميل يا شوق يا جوش نہ هجي.

## فصل پنجون - مصيبت

اي انسان! جيتوڻيڪ تون چڱائيءَ ڪرڻ ۾ ضعيف ۽ بيوس آهين ۽ خوشين ڪرڻ ۾ ڦرندڙ ۽ ناهموار طبيعت جو آهين، تڏهن بہ مصيبت سهڻ ۾ تون ڏاڍو ۽ مضبوط آهين. اها تنهنجي ذات جي خاصيت آهي، تنهنجي طبيعت جي نشاني آهي؛ اها رڳو تنهنجي ڇاتيءَ ۾ رهي ٿي؛ توکانسواءِ هن جو نالو نشان ئي ڪونهي ۽ تنهنجين نفساني خواهشن ۽ دل جي صفتن کانسواءِ ان جو ڪوبہ ٻيو ڪارڻ يا بنياد ڪونهي. جنهن توکي اهي خواهشون ۽ صفتون

ڏيون، تنهن توکي عقل بہ ڏنو، انهيءَ لاءِ تہ تون انهن تي غالب ۽ قابض رهين؛ تنهنڪري همت سان ڪوشش ڪر تہ انهن کي پنهنجن پيرن هيٺ ڪري لتاڙين. هن دنيا ۾ تنهنجي اچڻ جي حالت شرمندگيءَ جهڙي آهي ۽ هن دنيا مان تنهنجي وڃڻ جي حالت تجمل ۽ عزت واري آهي. ڏس تہ سوٽ جو سامان ماڻهو ڪيئن نہ سون ۽ جواهرن سان سينگارين ٿا ۽ آهي ڪپڙن جي مٽان وجهن ٿا. جيڪو شخص، ماڻهو پيدا ڪري يا جٽي ٿو، سو پنهنجو ڪنڌ پيو لڪائي؛ پر جيڪو هزار ماڻهو ماري ٿو تنهن کي جهان آبرو ڏئي ٿو ۽ ساراهي ٿو. انهيءَ هوندي بہ توکي خبر هجي تہ اها وڏي چوڪ آهي ۽ دستور ۽ رواج، سچ جي حقيقت بدلائي نہ سگهندو ۽ ماڻهن جي راءِ، انصاف کي نيست نابود ڪري نہ سگهندي؛ اها عزت، بيجا ۽ بي موقع ڏيڻ ۾ ٿي اچي. ماڻهوءَ جي پيدا ٿيڻ جو هڪڙوئي رستو آهي، پر هنجي ناس ٿيڻ جا هزارين رستا آهن. جيڪو، ڪو ماڻهو پيدا ڪري ٿو يا جٽي ٿو تنهنکي ڪا انهيءَ لاءِ آبرو نہ ٿي ملي، انهيءَ جي تعريف ٿي ٿئي، پر ڍڳي کي مارڻ جي ڪري گهٽائي پيرا ماڻهن کي بادشاهيون مليون آهن، ۽ انهنجي فتحمنديءَ جا جلسا ۽ تماشا ڪيا ويا آهن. تڏهن بہ جنهنکي گهڻو اولاد آهي، تنهنکي گهڻيون خوشيون نصيب

آهن؛ ۽ جو ٻئي جو ساھ وٺي ٿو، سو پاڻ بہ آرام ۽ فرحت سان ساھ نٿو کڻي. ڪنهن جهنگلي قوم جا ماڻهو برابر ٻئي جي رنج تي خوش ٿين ٿا ۽ ٻئي جي مرڻ تي خوش ٿين ٿا؛ پر اهي راڪاس يا بدذات آدمي نہ سڏبا آهن ڇا؟

انسان جي حصي ۾ اڪيئي گهڻي مصيبت آئي آهي، پر انهيءَ تي ارمان ڪرڻ ڪري اها مصيبت هو پاڻ زيادہ ڪري ٿو.

انسان جي مصيبتن مان سڀ ڪان وڏو آهي ڏک، اهو اڪيئي چائي جو ڪان هنڪي جهجهو مليل آهي، پوءِ وري پنهنجي ڪج فهميءَ ڪان اهو ڪيئن ٿو وڌائين؟ ڏک، تنهنجي لاءِ طبيعي آهي، ۽ اهو هميشه توسان گڏيو وتي؛ خوشي، رڳو مهمان وانگي آهي، ۽ ڪڏهن ڪڏهن تي تو وٽ اچي، تنهنڪري سمجهدار ۽ چڱيءَ طرح ڪم آڻ تہ ڏک تو ڪان پري رهي ۽ خوشي توسان گهڻي تائين هلي. تنهنجي بت جو سيڪو عضوو، ايذاءَ يا ڏک رسڻ جو رستو آهي، مگر خوشيءَ جا رستا تنهنجي لاءِ تمام ٿورا ۽ سوڙها آهن. خوشي، اڪثر هڪڙي ئي اچي ٿي پر ڏک، ڪنڪ ڪري، هڪدم ڪاهي اچي پوندا آهن.

جهڙيءَ طرح ڪک، ٻارڻ سان جهلڪو ڏئي، وري اجهامي ويندو آهي، تهڙيءَ طرح خوشي بہ

تجلو ڪري، وري ڪم ٿي وڃي ٿي ۽ توکي سماءُ ٿي نہ پوندو آهي تہ الاجي ڪيڏي ويئي. ڏک، ذري ذري ڳچو بيٺو آهي، خوشي، ڪڏهن ورلي ٿي منهن ڏيکاري. ڏک، پاڻيهي اچي ٿو، خوشي، ڏاڍن ۽ حيلن سان هٿ ٿي ڪجي. ڏک، صاف ۽ نج ڏک

آهي ۽ رڳو ڪڙو زهر آهي، پر خوشي، خالص نٿي رهي اڪثر منجهس ڏک جي ڪڙاڻ گڏيل رهي ٿي. جيئن بلڪل پوريءَ تندرستيءَ جي ماڻهوءَ کي اهڙي خبر نہ پوندي آهي، جهڙي تمام ٿوري سور جي، تيئن تمام وڏيءَ خوشيءَ جو اثر بہ اسان تي اهڙو نٿو ٿئي جهڙو تمام هلڪي ڏک جو ٿو ٿئي. اسين ڏک جا ڳولائو آهيون ۽ خوشيءَ کان اڪثر ڀڄندا آهيون، جڏهن اسين مٺا هٿي ڪا خوشي خريد ڪندا آهيون تڏهن جيترو حقيقت ڪري لهندي آهي، تنهن کان وڌيڪ اسين مٽس خرچون ٿا.

ويچار ڪرڻ، ماڻهوءَ جو ڪم آهي. پنهنجي حالت معلوم ڪرڻ، هنجو پهريون ٿي فرض آهي؛ ۾ خوشيءَ ۾ پنهنجي، ڪنهن کي ٿي يادگيري اچي؟ تڏهن ائين ڪين آهي تہ اها خدا تعاليٰ جي مهرباني آهي، جو اسانجي قسمت ۾ ڏک ۽ مصيبت آئي آهي؟ جيڪا مصيبت اچي آهي، تنهنجي ماڻهوءَ کي اڳيئي خبر پوي ٿي، جڏهن آها لنگهي وڃي ٿي تڏهن هو آنهيءَ کي ياد ڪريٿو، هو ايترو نٿو چاهي تہ ڏک

جو خيال، خود ڏک کان وڏيک عذاب ٿو ڏئي، جنهن کري جيسين ڏک يا مصيبت تنهنجي مٿان نہ اچي ڪڙڪي تيسين آنهيءَ جو خيال ئي نہ ڪر، ائين ڪرڻ سان تون وڏي عذاب کان ڇٽي پوندين. جيڪو ماڻهو ضرورت کان اڳي روئي ٿو، سو ضرورت کان وڌيڪ روئي ٿو، سو ڇو؟ انهيءَ ڪري، جو هو روئڻ کي پسند ٿو ڪري. هرڻ، تيسين نٿو روئي جيسين ڀالو مٿانس نٿو اچي، نڪي عوذ ٻلو ڳاڙهو ڳاڙيندو آهي جيسين ڪتو، جهٽ هڻڻ تي نہ ايندو اٿس. ماڻهو، موت جي خوف کان اڳيئي پاڻ وٽ موت کي آيل ٿو سمجهي، خود آفت يا مصيبت کان آنجو خوف، وڏي مصيبت آهي. هميشه پنهنجن افعالن ۽ اعمالن جي حساب ڏيڻ لاءِ تيار رهہ. تمام چڱو موت آهو آهي، جنهن جو تمام ٿورو اڳواٽ سماءُ پئي يا خيال اچي.

## فصل ڇهون- تدبير يا قياس

خدا تعاليٰ، انسان کي جيڪي نعمتون ڏنيون آهن، تن مان قياس ۽ مرضي، سڀ کان وڏيون آهن، جيڪو آنهن کي اجائيءَ طرح ڪم نٿو آڻي، آهو نيڪبخت چئبو.

جهڙيءَ طرح نئي، جبل تان ڪڙڪو ڪندي اچي ٿي ۽ جيڪي اڳيان اچيس ٿو تنهنکي کنيو وڃي ۽

آنهيءَ کي ناس ڪيو ڇڏي، تهڙيءَ طرح عام خلق جي راءِ بہ انهيءَ ماڻهوءَ جي عقل ۽ فهم سان جٽ ڪري ٿي، جو سواءِ جاچڻ ۽ آنجي بنياد معلوم ڪرڻ جي ماٺ ڪري آنهيءَ تي هلي ٿو. پهرين خيال ڪري ڏس تہ جيڪي سچ سمجهي، قبول ڪرين ٿو سو برابر سچ آهي يا رڳو سچ جو پاڇولو آهي؟ جيڪي تون ثابت ۽ صحيح ڄاڻي، قبول ڪرين ٿو سو اڪثر رڳو ڏيک ويک وارو ۽ ظاهري چڱو آهي؛ پر تون پنهنجي دل قائم ۽ مضبوط رک ۽ پنهنجي لاءِ جانچ ڪري، پنهنجي راءِ ٺهراءِ تہ پوءِ رڳو پنهنجيءَ نافهميءَ جو جوابدار رهين ۽ نہ ٻين جي غلط راءِ جو. ائين نہ چؤ تہ جيڪو نتيجو ظاهر ٿئي ٿو يا جيڪا ماجرا ٿي گذري ٿي، تنهن مان آنهيءَ ڪم ڪرڻ واري جي ذاهپ ثابت ٿي ٿئي. توکي ياد رکڻ گهرجي تہ انسان کي ڪم ڪندي گهڻائي اوچتا اتفاق ٿين ٿا. ٻئي ماڻهوءَ جي راءِ کي، پنهنجيءَ راءِ جي برخلاف هئڻ ڪري خراب نہ ڄاڻ. ڪهڙو شڪ تہ اوهان ٻنهي جا رايا غلط هجن؟ جڏهن تون ڪنهن ماڻهوءَ کي نالي نشان تي سڃاڻين ٿو ۽ سندس لقبن موجب مان ڏين ٿو ۽ جنهن جو واقف ناهين يا جنهن کي اهڙا ظاهري لقب يا نشان ناهن تنهن کي حقير سمجهين ٿو، تڏهن گويا تون آٽ جي چڱي يا بڇڙي هئڻ جي سڃاڻپ، رڳو سندس

مهار مان ڪرين ٿو، جڏهن تون پنهنجي دشمن کي قتل ڪرين، تڏهن ائين نه ڄاڻ ته تو هنکان ويـر ورتو، حقيقت ڪري تون هنکي پنهنجي پهچ کان پري ڪرين ٿو ۽ هنکي آرام ڏين ٿو، ڇالاءِ جـو پوءِ هنکي تون ڪنهن به طرح ايذاءُ پهچائـي نـه سگهندين. جيڪڏهن ڪنهن جي ماءُ بد پرهيز هجي ته آهو جيڪر آنهيءَ جي گلا ٻڌي، رنج ڪين ٿئي ڇا؟ جيڪڏهن ڪنهن جي زال بدچال هجي ته آهو جيڪر خلق جا طعنا ٻـڌي، شرمندو ڪين ٿئي ڇا؟ جيڪو توکي ڪنهن عيب جي ڪري ڏڪاري ٿو، سو پنهنجو عيب پاڻ ظاهر ڪري ٿو. تون ڪو ٻئي جي بدڪارين جو جوابدار آهين ڇا؟ جيڪو جواهر تو وٽ آهي، تنهنکي ڪم قدر نه ڄاڻ، نڪي جيڪا شي تو وٽ ڪانهي ۽ ٻئي وٽ آهي تنهنجو قدر ۽ قيمت حد کان زياده ڄاڻ، ڏاهي ماڻهوءَ وٽ پـاڻ موجود شي جو گهڻو قدر آهي. توکي پنهنجي زال آهي ۽ آها تنهنجي قبضي ۽ حڪم ۾ آهـي، انهيءَ ڪري انهيءَ جو قدر گهٽ نه ڄاڻ، جيڪو توکي ڇوي ٿو ته شادي ڪرڻ کان پوءِ سگهوئـي زال سان ماڻهوءَ جي محبت گهٽ ٿئي ٿـي، سو ڪوڙو آهي، انهيءَ جي ڳالهه مٿان مڃين. هوءَ، جو تنهنجي زال ٿي آهي ۽ تنهنجي حڪم ۾ آئي آهي سو انهيءَ ڪري جو هنکي اهو ويساهه هو ته تون نيڪ ۽

لائق ماڻهو آهن. انهيءَ لاءِ هنجي احسانمند يا شڪرگذار ٿيڻ جي بدران آئلندو هنکي گهٽ پيار ڪندين ڇا؟ شاديءَ ڪرڻ کان اڳي جيڪي محبت جا انجام ۽ اقرار تو هن سان ڪيا هئا سي جيڪڏهن سچا هوندا ته شاديءَ کان پوءِ جيتوڻيڪ تون هن کي پوري محبت نه ڏيندين ته به هنجي وچڻ ڪري تنهنجي روح کي ڏاڍو رنج رسندو. جيڪو ٻئي ڏي رکو انهيءَ ڪري بهتر سمجهي ته اها زال سندس قبضي ۾ آهي سو جي توکان وڏيڪ عقل وارو ناهي ته وڏيڪ سکيو ته بيشڪ آهي. پنهنجي دوست جي مصيبت ۽ ڏک جو قياس، سندس رڻڻ مان نه ڪر؛ تمام ڳريون مصيبتون اڪثر اهڙيون ٿينديون آهن، جو ڏک جي اهڙي ظاهري نشانين کان مٿي آهن. ڪنهن ڪم جي چڱائيءَ جو قياس انهيءَ مان نه ڪر ته وڏي هل هنگامي سان اهو ڪرڻ ۾ آيو آهي. سيکان چڱو ۽ شريف ماڻهو اهو آهي جو وڏا وڏا ڪم ڪري ٿو پر انهنجي ظاهر ڪرڻ جو خيال ئي ڪونه اٿس. ناموس، انهيءَ کي حيرت ۾ وجهي ٿي، جنهن جي ڪن تي ٿي رسي، پر ماڻ ۽ خاطر جمعي انهيءَ کي خوش رکي ٿي، جنهن جي دل ۾ جاءِ ڪري ٿي. ٻئي جي چڱن ڪمن جي نسبت ۾ خراب سبب نه پيدا ڪر؛ هنجي نيت جي توکي ڪهڙي خبر آهي؟ رکو خلق کي معلوم ٿيندو ته تنهنجي دل مسد ۽ ريس سان پري پئي آهي.

ڏونگ يا ڪوڙي ڏيک ۾ بيعقليءَ کان بدي وڌيڪ ناهي، سچو ٿيڻ اهڙو آسان آهي جهڙو سچي جو ڏيک ڪرڻ. پهتل ايذاءَ جي بدلي وٺڻ کان، پهتل فائدي يا احسان مڃڻ جي زياده ڪوشش ڪر، انهيءَ ڪري توکي ٿورا ايذاءَ پهچندا ۽ گهڻا فائدا رسندا. نفرت ڪرڻ کان، پيار ڪرڻ جي وڌيڪ ڪوشش ڪر، انهيءَ ڪري توکي ٿورا نفرت ڪندا ۽ گهڻا پيار ڪندا.

شاباس ڏيڻ جي لاءِ هميشه ڊرائي نه ڏيکار انهيءَ ڪري تنهنجن گڻن ۽ نيڪين جي تعريف ٿيندي ۽ تنهنجا عيب تنهنجن دشمنن کي ڏسڻ ۾ نه ايندا. جڏهن تون ڪا چڱائي ڪرين تڏهن انهيءَ سبب ڪر، جو اها ماڻهن کي پسند ٿي اچي، جڏهن ڪنهن بديءَ کان پري ڀڄين تڏهن انهيءَ سبب ڀڄ، جو اها پاڻ خراب شئي آهي، ۽ نه انهيءَ سبب ته اها ماڻهن کي پسند نه ٿي اچي. سچ کي پسند ڪرڻ جي ڪري جي تون سچو ٿيندين ته هميشه سچو رهندين، جيڪو ڪنهن پڪي اصول کانسواءِ سچو ٿو رهي تنهنتي گهڻو ڀروسو ڪونهي. بيعقل جي تعريف کان، عقل واري جي ڇينڀ چڱي آهي، جڏهن ڪو ڏاهو ماڻهو توکي، تنهنجو عيب ٻڌائي ٿو تڏهن هو چاٿي ٿو ته تون پاڻکي سڌاري سگهندين، بيعقل جڏهن تنهنجي تعريف ڪري ٿو تڏهن چاٿي ٿو ته

هيءَ به مون جهڙو آهي. جنهن عهدي جي تو ۾ لياقت ڪانهي سو متان ڪرين، نه ته جيڪي تو ڪان وڌيڪ لائق آهن سي توکي ڌڪاريندا. جيڪي تون پاڻ نٿو چاڻين سو ٻئي کي نه سيکار، نه ته جڏهن هو انهيءَ مان برابر واقف ٿيندو تڏهن توتي ٺٺوليون ڪندو. جنهن توکي ڪو ايذاءُ پهچايو هجي تنهنجي دوستي قبول نه ڪر، جيڪو ايذاءُ سهي ٿو سو آنهي تان گذر ڪري سگهندو، مگر جيڪو ٻئي کي ايذاءُ رسائي ٿو سو آنهيءَ جو ڪڏهن خيرخواه نه ٿيندو. جو ماڻهو پاڻئين تي تنهنجو دوست ٿئي، تنهن تي زور ڪري تمام وڏا احسان نه ڪر، نه ته انهنجي بار ڪان هو تو وٽان ڀڄي ويندو ۽ موافق، ٿوري فائدي پهچائڻ سان ماڻهو ٻئي کي دوست ڪري ٿو، ۽ تمام گهڻي فائدي پهچائڻ سان ٻئي کي دشمن ڪري ٿو. آنهيءَ هوندي به نااحسانمندي، ماڻهوءَ جي طبيعي خاصيت ناهي؛ نڪي هنجي ڪاوڙ يا رنجيدگي، بي واجبي يا غير ضروري آهي؛ هنکي اها ڳالهه، نٿي وڻي ته قرض ادا ڪرڻ لاءِ يا احسان موٽائڻ لاءِ پيو ڪو ڪيس يادگيري ڏياري؛ جنهن کي ماڻهوءَ کو ايذاءُ پهچايو آهي تنهنجي اڳيان هو شرمندو ٿو ٿئي. بيگاني ماڻهوءَ جي سک ۽ فائدي تي ڪرڪ نه، نڪي دشمن جي ڏک ۽ نقصان تي خوش ٿيءُ، نه ته پيا به تنهنجي نسبت ۾ ائين ڪندا. جي پاڻئين

۽ هردلعزيز ٿين ۽ سڀ ڪنهن سان ڀيو ڀلائي ڪرڻ جي انهيءَ رستي ماڻهن جي محبت ۽ خيرخواهي هٿ ڪري نه سگهندين ۽ ٻئي ڪنهن به اپاءَ سان هٿ ڪري نه سگهندين، ايتري پڪ ڄاڻج ته جيتوڻيڪ ائين ڪرڻ سان اها توکي هٿ نه آئي، ته به اها خوشي توکي تمام گهڻي ٿيندي ته تون هردلعزيز ٿيڻ جو هر طرح حقدار آهين ۽ اهڙي لياقت تو ۾ موجود آهي.

## فصل ستون - خود بيني يا خود خيالي

مغروري ۽ هلڪائي، مخالف خاصيتون ڏسجن ٿيون، مگر انسان ۾ مخالف خاصيتون به ٿيو اچن، ساريءَ مخلوقات ۾ هن جهڙو نهايت مغرور ۽ نهايت هلڪو ٻيو ڪونه هوندو. خود بيني يا خود خيالي، عقل ۽ سمجهه جي خرابي آهي، انهيءَ مان غلط فهمي پيدا ٿي ٿئي، ته به اسانجي وجود ۾ آها عقل ۽ سمجهه سان ٿيو، موافق ٿيو اچي.

ڪو ڪير آهي جو پاڻکي حقيقت کان زياده چڱو نٿو سمجهي، يا ٻين کي حقيقت کان زياده خراب نٿو سمجهي؟ خود خالق مالڪ به اسانجن اهڙن

غلط خيالن کان نٿو ڇڏي، تڏهن اسين هڪ ٻئي کان ڪيئن ڇڏي ٿا سگهون؟ پرمن ۽ خام اعتقادن جو بنياد ڇا آهي؟ باطل پرستي ڇا مان پيدا ٿي ٿئي؟ انهيءَ مان ته جيڪي شيون اسانجي پهچ کان ٻاهر آهن يا اسانجي عقل کان مٿي آهن تنجي بابت عقلي دليل ڏيئي ڏورايون ٿا ۽ خيال ويڙهايون ٿا ۽ جيڪا ڳالهه سمجهڻ جهڙي ناهي سا اسين ڀانيون ٿا ته سمجهون ٿا.

اسانجي سمجهه، جا ضعيف ۽ پوري ڀني آهي سا ٻه جيئن اسان کي گهرجي تيئن ڪم ۾ نٿا لڳايون. اسين خدا جي قدرت ۽ وڏائيءَ کي پهچڻ لاءِ اڏامون ٿا پر مٿي چڙهي نٿا سگهون، جڏهن عبادت يا خدا پرستيءَ جي منزل تي اچون ٿا، تڏهن پنهنجا خيال مٽيرو نٿا هلايون. ماڻهو، هن دنيا جي بادشاه جي برخلاف، ڏپ کان هڪڙو پڙڪو به نٿو ڪڍي، سو بي ڏپو ٿي، خدا تعاليٰ جي ڪارخاني ۾ عيب جوئي ڪري ٿو ۽ انهيءَ جي نسبت اجايا خيال ڪري ٿو. هو هنجي وڏائي وساري ٿو ڇڏي ۽ هنجي فيصلن جي مٿان، پنهنجا فيصلا جاري ڪري ٿو. جو پنهنجي حاڪم جو نالو، ادب کانسواءِ نٿو وٺي سو بيشرم ٿي، پنهنجي خالق کي ڪوڙيءَ ڳالهه تي شاهد ڪري ٿو. جيڪو منصف جي فتوا يا حاڪم جي جاري ڪيل سزا صبر سان ٻڌي ٿو، سو حاڪمن جي حاڪم

سان حجت ڪرڻ جي جرات ڪري ٿو، هو منت ۽
زاري ڪرڻ سان، هن کي ٺارڻ ۽ راضي ڪرڻ جي
ڪوشش ڪريٿو. انجامن اقرارن ڪرڻ سان هنجي
خوشامد ڪري ٿو، کي شرط مقرر ڪري هنجو
حڪم مڃي ٿو، بلڪ جي سندس عرض قبول نٿو
پوي ته ڪرڪي ٿو ۽ بيحيائيء جي هلت ڪري ٿو.

اي انسان! توکي جو انهيءَ شرارت ۽ نا خدا
ترسيءَ جي سزا نٿي ملي سو هن ڪري جو اڄ توکان
بدلي وٺڻ جو ڏينهن ناهي. تون آنهن جهڙو نه ٿيءُ،
جي آسمان جي ڳوڙ سان وڙهن ٿا، نڪي پنهنجي
خالق جي پرستش انهيءَ ڪري ڇڏي ڏي، جو هو
توکي سيکت ڏئي ٿو. ائين ڪرڻ سان جيڪا چريائي
ڪرين ٿو سا تنهنجي سر تي آهي. انهيءَ تنهنجي
بيدينيءَ سان خود توکي ئي نقصان آهي. ماٺهو، ڇا
لاءِ انهيءَ جو فخر ڪري ٿو ۽ بڻاڪ هٺي ڇوي ٿو
ته آءٌ پنهنجي خالق جو پيارو آهيان؟ پوءِ به هنجي
شڪرگذاريءَ ۾ غفلت ڪري ٿو ۽ هنجي عبادت
وساري ڇڏي ٿو؟ اهڙي هلت، اهڙي مغروري وارئي
اعتقاد سان ڪيئن ٿي موافق اچي؟ ماٺهو، جو هيڏي
ساري جهان ۾ حقيقت ڪري رڳو هڪڙي ذرڙي
جيڏو آهي، سو پاڻئي ٿو ته آسمان ۽ زمين منهنجي
لاءِ خاقيل آهن، هنجي خيال ۾ آهي ته هيءَ سڄو

قدرتي ڪارخانو منهنجي سک ۽ فائدي جي لاءِ منڊيل آهي.

جهڙيءَ طرح ڪو بيعقل، پاڻيءَ ۾ شڪليون نچنديون ڏسي، پائي ٿو ته ونڻ، شهر ۽ سارو آسمان مونکي وندرائڻ ۽ خوش ڪرڻ جي لاءِ پيو نچي، تهڙيءَ طرح ماڻهو به هيءَ خدائي ڪارخانو مقرر ڪيل قاعدي تي هلندو ڏسي، پائي ٿو ته اهو منهنجي خوش ڪرڻ لاءِ پيو هلي. هنگي، سج جي تابش، پاڻڪي گرم ڪرڻ لاءِ گهرجي ٿي، تنهن ڪري هو سمجهي ٿو ته اهو رڳو منهنجي لاءِ پيدا ڪيو ويو هو. هو، رات جو چنڊ کي سوجهرو ڪندو ڏسي، خيال ڪري ٿو ته آهو منهنجي آسايش لاءِ خلقيو ويو آهي.

اي نادان! پنهنجيءَ مغروري ڪري گمراه نه ٿيءُ، نماڻو ۽ غريب ٿيءُ، ائين نه ڄاڻ ته دنيا جي دؤر جو تون ئي سبب آهين. اونهاري ۽ سياري جي ڦير گهير تنهنجي لاءِ نه ڪئي ويئي هئي. جي تنهنجي ساري اِنسان ذات، هستيءَ ۾ نه هجي ته به جيڪر اهو ڪارخانو ائين پيو هلي. تون به ڪروڙن مخلوقاتن مان هڪڙو آهين، جن تـي خالق، پنهنجي مهرباني ڪئي آهي. پاڻـڪي چاڙهي، آسمان تي نه پهچاءِ، جو ملائڪ تو ڪان مٿي آهن، نڪي ٻي جيڪا مخلوقات زمين تي رهي، ٿي تنهن تي انهيءَ ڪري حقارت

کر ته هو توکان هيٺ آهن، ڇا لاءِ جو آهي ٻـ
سڀ، ساڳئي خالق جا خلقيل آهن. تون جو پنهنجي
اُپائڻهار جي رحم سان سکيو ۽ خوش آهين، سو ڪيئن
ٿو فضولي ڪري، ٻين مخلوقن کي ايذاءُ پهچائين؟
ڌيان ڪر، متان اهو ايذاءُ موٽي، توکي رسي. آهي
سڀ ساڳئي مالڪ جي بندگي نٿا ڪن ڇا؟ هن هر
ڪنهن مخلوق جي لاءِ، پنهنجو پنهنجو قاعدو مقرر نه
ڪيو آهي ڇا؟ هو سڀ ڪنهن جي سنڀال نٿو لهي
ڪيئن؟ تڏهن ڪهڙيءَ طرح تون هنجو حڪم ۽
قاعدو ٿو ٽوڙين؟ پنهنجي راءِ، ساري جهان جي راءِ
کان مٿي نه ڄاڻ، نڪي جيڪي تنهنجي خيال جي
مخالف هجي، سو ڪوڙ ۽ غلط سمجهه. ٻين جي لاءِ
راءِ ڏيڻ جو ڪنهن توکي اختيار ڏنو آهي؟ يا ٻين
کان پنهنجيءَ مرضيءَ موجب راءِ ڏيڻ جو حق، ڪنهن
کسيو آهي؟ ڪيتريون ڳالهيون آهن جي اڳي باطل
۽ رد ڪيون ويون هيون پر هاڻ سچيون، برابر ۽
قبول ڪرڻ ۾ اچن ٿيون، ڪيتريون هاڻ صحيح ۽
سچيون سمجهڻ ۾ اچن ٿيون، جي وري هن کان
پوءِ غلط ۽ ڪوڙيون شمار ۾ اينديون. تڏهن
ماڻهوءَ کي ڪهڙين ڳالهين تي يقين ٿي سگهندو؟ جيڪي
تون ڄاڻين ته چڱو آهي، سو ڪر، ته اُنهيءَ مان
توکي خوشي حاصل ٿيندي. هن دنيا ۾ ڏاهپ کان
وڌيڪ، نيڪي، توتي فرض آهي.

جيڪي اسين نٿا سمجهون تنهن ۾ سچ ۽ ڪوڙ، هڪ جهڙا پيا ڏسجن، تڏهن انهنجي وچ ۾ تميز ڪرڻ، اسانجي خود خيالي ناهي، ته پيو ڇا آهي؟ جيڪي اسانجي سمجهه ڪان مٿي آهي، تنهنتي اسين آسانيءَ سان ويساهه ڪريون ٿا، يا ته مغروريءَ ۽ خودبينيءَ ڪان ڪريون ٿا، انهيءَ لاءِ ته ماڻهوچاڻن ته اهو اسين سمجهون ٿا. انهيءَ کي بيعقلي ۽ بيحيائي نه چئبو ته پيو ڇا چئبو؟ ڪير چوي ٿو ته هيءَ ڳالهه ضرور هيئن آهي؟ ڪير پنهنجيءَ راءِ تي هوڏ ٻڌي بيهي ٿو ۽ موٽي نٿو؟ آهوئي ائين ڪري ٿو، جيڪو سڀ ڪان ٿورو ٿو ڄاڻي ۽ تنهنڪري سڀ ڪان وڌيڪ مغرور آهي. سڀ ڪنهن ماڻهوءَ جي اها طبيعي خواهش ٿي ٿئي، ته جيڪا راءِ خيال ۾ آئي، تنهن تي قائم رهي، پر وڌيڪ ائين آهو ٿو ڪري، جو خود خيال ۽ خودبين آهي. هو رڳو پنهنجيءَ دل کي لڳاري، انهيءَ تي بيهارڻ تي راضي نٿو رهي، پر ياٿي ته پيا به لڳجي، انهيءَ تي ويساهه ڪن. ائين نه چؤ، ته گهڻن سالن گذرڻ ڪري سچ ثابت ٿو ٿئي، يا گهڻا ويساهه ڪرڻ وارا ٿيا، ته اها ڳالهه سچي ٿي. جي عقل ۽ سمجهه ۾ فير نه هوندو ته هڪڙي ماڻهوءَ جي راءِ اهڙي معتبر آهي، جهڙي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي.

## باب ٽيون

## انسان جون ناقص عادتون

### فصل پهريون- لالچ

مايا، گهڻي ڏيان ڏيڻ جي لائق ڪانه آهي، تنهن ڪري انهيءَ جي گڏ ڪرڻ جي تمام گهڻي خواهش ڪرڻ، نامناسب ۽ بيواجبي آهي. جنهن شيءِ کي ماڻهو چڱو ٿو سڏي، تنهنجي خواهش ۽ انهيءَ جي هٿ ڪرڻ مان جا خوشي پيدا ٿي ٿئي، سا رڳو خيال ۽ راءِ تي ٻڌل آهي. عام ۽ خسيس ماڻهن جي اهڙيءَ راءِ تي نه هل پر تون پاڻ سڀني شين جي ذاتي خاصيت جاچي ڏس، ته ٻوءِ پڪ آهي ته، لالچ نه ڪندين .مايا جيحدکان وڌيڪ خواهش، هڪڙو زهر آهي، جو انسان جي روح ۾ ٿو جاءِ وٺي. اتي، ٻي جيڪا به چڱي خاصيت يا خواهش موجود آهي، تنهن کي اهو زهر وڃڙيو، خراب ڪيو ڇڏي. اجا هنجي اتي پاڙ ڪُپي ٿي ته نيڪي، سچائي ۽ ٻيون سڀ طبيعي چڱيون خصلتون پڃيو، نڪريو وڃن. لالچي ماڻهو، زر جي لاءِ پنهنجا ٻار به وڪڻي ڇڏيندو ۽ هنجا مائٽ مري ويندا، ته به هو پنهنجي پيسي کي هٿ نه لائيندو. هو پيسي جي لالچ تي، پاڻ کي ٻي وساريو ڇڏي ۽

سک جي ڳولا ۾ هو، پاڻ کي ڏکيو ڪري ٿو. جيئن ڪو ماڻهو، پنهنجو گهر وڪڻي، گهر جي سينگار جون شيون خريد ڪري ٿو، تيئن اهو ماڻهو به ڪري ٿو. يا مايا جي پٺيان پنهنجو آرام ڦٽائي ٿو ۽ اها اميد رکي ٿو ته مايا کي ماڻي، آرام ڪندس ۽ سکيو گذاريندس. جتي لالچ زور آهي، آتي روح تمام مفلس ۽ ضعيف ٿو رهي. جيڪو دولت ۽ دنيا کي، انسان جو مکيه فائدو ۽ خير نه ڄاڻندو، سو ڪڏهن به پيون سڀ فائدي واريون شيون آڇلائي، انهيءَ جي پٺيان نه پوندو، جيڪو غريبيءَ ۽ مسڪينيءَ کي وڏو عيب نه ڄاڻندو ۽ مفلسيءَ کي خراب ڄاڻي، انهيءَ کان ڊڄندو ڪين، سو انهيءَ کي ڇڏي، پيون سڀ خرابيون پنهنجي لاءِ خريد نه ڪندو. خيال ته ڪر، نيڪي، مايا کان چڱي ناهي ڇا؟ بدڪاري، مسڪينيءَ کان خراب ناهي ڇا؟ سڀڪنهن ماڻهوءَ کي پنهنجيءَ گهرج پلڻ لاءِ پورو آپاءَ وس ۾ آهي، انهيءَ تي راضي رهڻ کپيس. جيڪو گهرج کان وڌيڪ مال ٿو ميڙي، سو ڏک ٿو وهائي ۽ اهو سک جو ڪڏهن به منهن ڪين ڏسندو.

خدا جي قدرت اهڙي آهي جو سون، زمين جي پيٽ ۾ لڪل ٿو رهي، جڻ ته ظاهر، ڏسڻ جو لائق ئي ناهي، رپو آتي پيل آهي، جتي تون پيرن سان پيو لتاڙينس، انهيءَ مان تون سمجهي نٿو سگهين ته سون

۽ رهو، ڏيان ڏيڻ جي لائق ناهي؟ لالچ جي ڪري
ڪروڙين مزور ۽ غلام، زمين هيٺ دٻجي، مرن ٿا.
هو شومن ۽ ڪنجوسن جي لاءِ ڪاٺيون ڪوٽي، اها
شي ڪڍن ٿا، جا هنن ڪان سندن وير وٺي ٿي،
يعني، رهي ماڻ ڪان پوءِ اهي ماڻهو، غلام ڪان به
وڏيڪ عذاب ۾ ٿا گذارين. زمين ۾ جتي خزانو
پوربل رهندو آهي، اهو هنڌ، اڪثر ويران ۽ سڃو
رهندو آهي، جتي هيٺان سون هوندو آهي، اتي مٿان
نڪو وڻ ۽ نڪو ٻوٽو ڄمندو آهي. جيئن اهڙي
هنڌ، گهوڙي يا گڏهه ڪي گاه نه لهندو آهي، جيئن
جبلن ۽ ٽڪرن جي پاسن تي آن جون ٻوڪون نه
لهنديون آهن، جيئن ميوه دار وڻ اتي پنهنجا ميوا
پيدا نه ڪندا آهن، تيئن جو ماڻهو، مايا تي آرو ڪري
ٿو، تنهنجيءَ دل ۾ ڪا به، چڱائي ڪانه ٿي رهي. مايا،
ڏاهي ماڻهوءَ جي ٻانهي آهي ۽ هنجو ڪم ڪار ڪري
ٿي، پر بيعقل جي دل جي مٿان وڏي آفت اهي.
شوم ۽ لالچي ماڻهو، سون جو غلام آهي، سون هن
جو غلام ناهي، هن ڪي دنيا ائين آهي جيئن بيمار
ڪي تپ، جيسين مارينديس نه، تيسين پيو ساڙينديس ۽
جلائينديس. سون، ڪروڙن ماڻهن جي نيڪي ۽ لياقت
ناس ڪري ڇڏي آهي، ڪنهنجي، ڪا فضيلت به
وڌايائين؟ ائين ناهي ڇا ته جيڪي تمام خراب ماڻهو
آهن تن وٽ دنيا تمام گهڻي آهي؟ تڏهن ڇو اها

خواهش ٿو ڪرين ته دنيادار ٿي، نالو ڪڍين؟ ائين ناهي ڇا ته جن وٽ ٿوري دنيا آهي، سي تمام ڏاڍا ماڻهو آهن؟ ڏاڍپ ۾ سک ۽ خوشي ناهي ڪيئن؟

ائين ناهي ڇا ته انسان ذات ۾ دولت، انهن وٽ جهجهي آهي جي سڀ کان شرير ۽ بدڪار آهن؟ انهن جي پڇاڙي، خراب ۽ عذابن جهڙي نه ٿي آهي ڇا؟ غريبيءَ ۽ مفلسيءَ ۾ گهٽين شين جي گهرج ٿيندي آهي مگر لالچي ۽ ڪنجوس، پاڻ کي سڀني گهربل شين کان جواب ڏئي ٿو. لالچي ماڻهوءَ مان، ڪنهن کي به چڱائي يا فائدو نه رسندو، پر هئي ڪنهن سان هو اهڙو ظلم نٿو ڪري، جهڙو پاڻ سان ٿو ڪري. محنت ڪري، دولت هٿ آڻ ۽ سخا ڪري، انهيءَ جو نيڪال ڪر، جهڙو هئي ڪي سگهي ڪرڻ مان ماڻهو پاڻ سگهي ٿو ٿئي، اهڙو هئي ڪنهن ٻي طرح سان نٿو ٿئي.

## فصل ٻيو - اسراف يا بيجا خرچ

جي مال ميڙڻ کان وڏو ڪو عيب آهي ته اهو اجاين ڪمن ۾ مال وڃائڻ جو آهي. جيڪو ماڻهو، بڇايل مال بيصرفي خرچ ڪري ٿو ۽ اجايو وڃائي ٿو، سو ڄڻ ته غريبن جو حق کسي ٿو. جيڪو ماڻهو پنهنجي مايا، بيجا خرچ ڪري، لٽي ڇڏي ٿو، سو چڱائيءَ ڪرڻ جا آپاءَ ڄاڻي ٻجهي رد ڪري

ٿو، هو پاڻهي، نيڪي ڪرڻ ۽ خير ڪرڻ جا وجهه، وڃائي ٿو، جنهن مان جيڪر نيٺ خودڪيس ئي فائدو رسي، خودڪيس ئي خوشي حاصل ٿئي. دولت نه هئڻ ڪري آرام ۾ گذارڻ ڪان، دولت هوندي سکيو رهڻ، مشڪل آهي، ماڻهوءَ ڪي، دولتمنديءَ ڪان مفلسيءَ ۾، پاڻتي حڪم هلائڻ سولو ٿو لڳي. مفلسيءَ ۽ غريبيءَ ۾ دل جهلڻ لاءِ فقط هڪڙو گڻ گهربل آهي، يعني صبر يا قناعت، پر دنيادار ۾ جي سخا، پرهيزگاري، سياڻپ ۽ پيا ڪيترائي گڻ نه هوندا ته ضرور گنهگار ٿيندو.

غريب، رڳو پنهنجي حالت بهتر رکڻ جو ذمه دار آهي، مگر دنيادار جي ذمي، هزارن جي بهتري آهي. جيڪو پنهنجي دولت، سياڻپ سان ڏيئي ڇڏي ٿو، سو چڻ ته پنهنجا مرض ڪڍي ڇڏي ٿو، جيڪو وڌائي ۽ گڏ ڪري ٿو، سو پنهنجي مٿان ڏک ۽ آفتون ڍير ڪندو وڃي. اڻ سڃاڻو ماڻهو، احتياج مهل، جيڪي توکان گهري، تنهن کان هنڪي جواب نه ڏي، پنهنجي پاءَ ڪان ته اها شي ٻه وانجهي نه رک، جا خود توکي گهربل هجي. توکي چاڻڻ گهرجي ته ڪروڙ رپيا، جي ڪنهن ڪم ۾ نه اچنا هجن، تنجي هئڻ ڪان، جيڪي تو ڏيئي ڇڏيو هجي، تنهنجي نه هئڻ ۾ زياده خوشي آهي.

# فصل ڏهون - وير

وير جي پاڙ، دل جي ضعف ۾ آهي. جيڪي تمام ڏچڻا ۽ بزدل آهن، آهيئي گهڻو وير رکندا آهن. جنکي ڏڪارين، تنکي ڪير ڏجها ڏئي مارين؟ رڳا نامرد! جنکي ڦرين، تنکي ڪير کهي ڇڏين؟ رڳيون زالون! ايذاءَ پهچڻ، وير وٺڻ کان اڳي ٿو ٿئي، پر جيڪي وڏيءَ دل وارا آهن، سي ڪڏهن ۽ ڪين چوندا ته اسان کي ڪو ايذاءُ پهتو آهي. جي ايذاءُ وڏو آهي ۽ ڌيان ڏيڻ جهڙو آهي ته جنهن توکي اهو ايذاءُ پهچايو آهي، سو جيتوڻيڪ اصل ذليل ۽ خسيس ماڻهو هو، ته ٻه هاڻ پاڻ کي تنهنجي ڌيان تي آندو اٿس ۽ توسان چڙ ته مقابلو ٿو ڪري؛ پوءِ تون پاڻ کان گهٽ درجي واري ماڻهوءَ سان مقابلو ڪندين ڪيئن؟ جيڪو توکي ايذاءَ رسائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، تنهن کان تون نفرت ڪر؛ جيڪو توکي بي آرام ٿو ڪري، تنهنکي تون ڌڪار. ائين ڪرڻ سان تون، نه رڳو پنهنجو سک ۽ آرام قائم ٿو رکين، پر هن ٻئي کي، ساڳئي وير وٺڻ واري سزا ڏين ٿو، مگر هن جهڙو ٿئي، سچ پچ هن کان وير نٿو وٺين.

جهڙيءَ طرح طوفان ۽ گوڙ، سج ۽ تارن تي ڪوبه اثر نٿا ڪن، پر پنهنجو سچو زور هيٺ پهڻ

۽ وٽن تي وڃائين ٿا، تهڙيءَ طرح ايذاءَ وڏيءَ دل وارن ماڻهن تائين پهچي نٿا سگهن، پر خود ايذاءَ ڪرڻ وارن کي ستائين ٿا. هلڪيءَ طبيعت ۽ ٿوريءَ همت وارو ماڻهو، وير وٺڻ جي خواهش ڪري ٿو، وڏيءَ دل وارو ماڻهو، خود انهيءَ ايذاءَ يا ڏوه ڪرڻ واري سان چڱائي ڪري ٿو.

اي اِنسان! تون وير وٺڻ لاءِ ڇو ٿو مٽا هڻين؟ ڪهڙي ارادي سان تون انهيءَ جي پٺيان پيو آهين؟ تون پاڻئين ٿو ته پنهنجي دشمن کي تڪليف ۽ عذاب ڏيندين؟ پر توکي خبر هجي ته وڏي تڪليف، خود توکي معلوم ٿيندي. جنهنجي دل ۾ وير رهي ٿو، تنهنکي اندر ۾ چڪ پيا لڳندا آهن، ۽ جنهن سان وير هوندو آٿس، سو خوش پيو گذاريندو آهي. وير وٺڻ سان ايذاءَ رسائڻ ۾ غير انصافي آهي، تنهن ڪري ماڻهوءَ جي سرشت ۾ اصل اها خاصيت نه رکي ويئي هئي. جنهنکي ايذاءَ رسيو آهي، تنهن کي وڏيڪ تڪليف ڏيڻ ڪو ضرور آهي ڇا؟ جيڪو ڏک، ٻئي کان پهتو آهي، تنهنکي پاڻيهي پاڻ وڌائڻ ڪو مناسب آهي ڇا؟ جيڪو، وير وٺڻ جو خيال پچائي ٿو، سو ايذاءَ تي ڪفايت نٿو ڪري. پاڻ جا سزا ٻئي کي ملڻ گهرجي، سا به پاڻيهي پاڻ کي ڏئي ٿو، ۽ انهيءَ طرح ايذاءَ پاڻ وڌائي ٿو ۽ جنهن کان وير وٺڻ لاءِ مٽا ٿو هڻي، سو کلندو،

گهمندو وتي ۽ پاڻ هنجي وڏيڪ ايذاءَ رسڻ تي خوش ٿو ٿئي. وير جي ارادي ڪرڻ ۾ ڏک آهي ۽ سچ پچ وير وٺڻ ۾ خوف آهي. جتي ڪهاڙيءَ هڻڻ جو ارادو ڪبو آهي، انهيءَ ساڳئي هنڌ تي اها اڪثر نہ اچي لڳندي آهي ۽ ساڻهو، ڪهاڙيءَ هڻڻ مهل، اها ڳالهہ وساري ٿو ڇڏي تہ شايد اٿري ڪهاڙي مونکي لڳي. وير وٺڻ وارو، پنهنجي دشمن، جي ايذاءَ جي ڪوشش ڪري ٿو پر اڪثر پاڻ کي نقصان رسائي ٿو، هو دشمن جي هڪ اک ڪڍڻ جي نيت ڪري ٿو، پر اوچتو پنهنجون ٻئي اکيون ڪڍيو ٿو وهي. جي مطلب حاصل نٿو ٿئيس تہ ارمان ٿو ڪائي، جي مطلب پورو ٿو ٿئيس تہ نيت پڇتائي ٿو. حاڪم جي ڀچا ۽ سزا جو ڊپ، سندس سک ۽ آرام ڦٽائي ڇڏيو، انهيءَ ڪان ڇڙهڻ ۽ لڪڻ جو انتظار، سندس عزيزن ۽ دوستن جو سک ۽ آرام ڦٽائي ٿو. تنهنجي دشمن جو موت، تنهنجو وير ڪڏي ڇڏيندو ۽ توکي خوش ڪندو ڇا؟ جي ڀانئين تہ هو پنهنجي قصور لاءِ پشيمان ٿئي تہ تون هن تي فتح ڪٽ ۽ پوءِ هنکي ڇڏي ڏي، جي تو هنکي ماري وڌو تہ پوءِ هو ڪيئن تنهنجي سوپ مڃيندو يا تنهنجي همت ۽ بهادري معلوم ڪندو؟ وير وٺڻ ۾، وير وٺندڙ جي سوپ ٿيڻ گهرجي ۽ جنهن هنکي پهرين ايذاءَ پهچايو هو، تنهنکي، هنجي

ڪاوڙ ۽ زور جي خبر پوڻ گهرجي، انهيءَ سان
هنکي تڪليف سهڻ ۽ پشيمان ٿيڻ گهرجي. اهو
ويڙهه جو وير، نه رڳو ڪاوڙ جو نتيجو آهي، پر سچو
پچو وير، دشمن کي ڏکارڻ ۽ نفرت ڪرڻ سان
ٿو ولجي. ايذاءَ جي بدلي ۾ موت رسائڻ، نامردن
جو ڪم آهي. جيڪو اهڙو ني وير ولي ٿو، تنهنکي
پوءِ هميشه اهو ڊپ رهي ٿو ته متان منهنجو دشمن
بچي پئي ۽ وري مون کان اهڙو وير ولي. موت
ڪري، معاملو فيصل ٿئي ٿو، مگر ماڻهوءَ جي اڳين
ناموس نه ٿي رهي. موت رسائڻ، ڊپ جو نتيجو آهي
نه همت ۽ مردانگيءَ جو، منجهس، پنهنجي جان جي
سلامتي آهي، مگر تعريف يا آبرو ڪانهي. ڪنهن
ڪان ڪيل ڏوه جو وير ولڻ ڏاڍو سولو آهي، پر
انهيءَ جي معافي ڏيڻ ۾ وڏيک تعريف ۽ بزرگي
آهي. سڀ ڪان وڏي سوڀ، جا ماڻهو ڪٿي سگهي
ٿو، سا پاڻ تي آهيس. جيڪو ٻئي جو ايذاءُ دل ۾
نٿو ڪري ۽ نفرت ڪان، انهيءَ جو خيال ئي نٿو رکي،
سو چڻ ته اهو ايذاءُ موٽائي، انهيءَ ماڻهوءَ تي هٽي
ٿو. جڏهن تون وير ولڻ جو پهه پچائين ٿو تڏهن
اهو تون قبول ڪرين ٿو ته توکي رنج رسيو آهي
يا چڙ آئي آهي، جڏهن تون انهيءَ جي دانهن
ڪرين ٿو، تڏهن قبول ڪرين ٿو ته توکي ايذاءُ
رسيو آهي، تنهنجو دشمن جو اڳيئي مغرور آهي، تنهنکي

اهڙي حالت ظاهر ڪرڻ سان، پاڻ زياده مغرور ۽ خوش ڪرڻ گهرين ٿو ڇا؟ جيڪي دل ۾ نہ ٿيندو يا جنهن تي ڇڙ نہ ايندي تنهنکي ايذاءُ ڪين شمار ڪبو؛ تڏهن جيڪو انهيءَ ڪي ڏڪاري ڏي، سو انهيءَ جو بدلو ڪيئن وٺندو؟ جي تون سمجهين ٿو تہ ماٺ ڪري، ٻئي جو ايذاءُ سهڻ بي آبروئي آهي تہ وڏيڪ تنهنجي وس ۾ آهي؛ تون انهيءَ تي غالب پؤ. مهرباني ۽ مروت ڪرڻ سان ٻيو ماڻهو، تنهنجي دشمن ٿيڻ کان شرم ڪندو؛ تنهنجي بزرگدلي ڏسي، هو ڏڄي ويندو ۽ توکي ايذاءُ پهچائڻ جي اصل همت نہ ٿينديس. جيئن ايذاءُ وڏو هوندو، تيئن انهيءَ جي معافيءَ ڏيڻ ۾ وڏيڪ تعريف ۽ بزرگي آهي؛ جيترو وير يا بدو وٺڻ لاءِ وڏيڪ واجبي عذر هوندو، اوترو گذر ڪرڻ يا معافيءَ ڏيڻ ۾ وڏيڪ بزرگي ۽ عزت آهي. توکي پنهنجي معاملي ۾ ڪو منصف ٿيڻ حق آهي ڇا؟ ڪنهن مقدمي ۾ هڪڙي ڌر ٿي، پوءِ فيصلو ڏيڻ ڪو ٺهي ٿو؟ ڪنهن کي قصور وارو ٺهرائين، تنهن کان اڳي پهرين ٻيو ڪو چوي تہ تنهنجي ڳالهہ برابر آهي ۽ تون حق تي آهين.

## فصل چوڏون- ظلم، عداوت ۽ حسد

وير خراب آهي، تڏهن ظلم ڪيئن آهي؟

انهيءَ ۾ خرابي، وير جيتري ني آهي، پاڻ هن جهڙو آهي؛ عذر يا چڙ جو سبب انهيءَ ۾ ڪونهي.

ظلم، انسان جي طبيعت جي برخلاف آهي؛ ڪو به پاڻ کي ظالم ڪونه چوائيندو؛ انهيءَ ڪان شرم پيو ايندس، جڏهن ته انهيءَ جي دل ۾ جاءِ ني ڪانهي. ماڻهو، انهيءَ کي بي مروتي ۽ غير انسانيت نه چاڻندا آهن ڇا؟ تڏهن انهيءَ جو اصل بنياد ڪٿان آيو؟ انسان ۾ ڪهڙي شي، آهي، جنهن مان هو پيدا ٿئي ٿو؟ انهيءَ جو بيءُ آهي خوف ۽ انهيءَ جي ماءُ آهي دهشت.

پهلوان، پنهنجي دشمن تي تڏهن ترار ڪڍي اچي ٿو جڏهن هو سامهون ٿئي ٿو؛ پر جڏهن هو پيش پوي ٿو تڏهن هيءُ راضي رهي ٿو ۽ بس ڪري ٿو. جيڪو ڊڄي ٿو، تنهن کي لتن ۾ لتاڙڻ، ڪا تعريف ناهي؛ جيڪو پاڻ کان گهٽ درجي وارو آهي، تنهنکي بي آبرو ڪرڻ، ڪا لياقت ناهي. جيڪو شوخ ۽ سرڪش آهي، تنهنکي ماري مڃاءِ؛ پر جيڪو نياز ڪش ۽ عاجز آهي، تنهنکي معافي ڏي ته چڱو، تو تمام وڏي سوڀ ڪئي. جنهنکي انهيءَ حد تائين پهچڻ جي لياقت نه آهي، جنهن کي انهيءَ درجي تي چڙهڻ جي همت ناهي، سو اهڙيءَ سوڀ ڪرڻ جي بدران ٻئي جو خون ٿو ڪري ۽ اهڙيءَ

بادشاهيءَ ڪمائڻ جي بدران ڪوس نه ڪري.
جيڪو سيني ڪان ڊڄي ٿو، سو سيني کي ڏک ڏئي
ٿو، زبردست ۽ جابر بادشاه، ظالم ڇو ٿيندا آهن؟
انهيءَ لاءِ جو هو هميشه ڊپ ۾ رهندا آهن. بازاري
ڪتو جڏهن ڪو ڊوڙ ڏسندو آهي تڏهن انهيءَ
کي وڃي چڪ وجهي، ڦاڙيندو آهي، مگر جڏهن اهو
جانور، جيئرو هوندو آهي تڏهن انهيءَ جي منهن ڏي
نهارڻ جي به همت نه ٿيندي اٿس. پر شڪاري ڪتو،
انهيءَ جانور جي پٺيان پئي، انهيءَ کي ماري ٿو،
مگر پوءِ، انهيءَ جي لاش کي پٽوڙي ٿو. ملڪ
جي اندروني جنگين ۾ گهڻي خونريزي ٿيندي آهي،
ڇا لاءِ جو جنگ ڪندڙ، بي همت ۽ ڊڄڻا ٿيندا آهن.
فساد يا منصوبا ڪندڙ، اڪثر خوني ٿيندا آهن، ڇا
لاءِ جو ڇاڻن ٿا ته مٿي ڪان پوءِ ماٺ ٿي ويندي
۽ اهو ڊپ اٿن ته متان انهن ماڻهن جي جيئري رهڻ
ڪري، اسانجي دغا ظاهر ٿي پوي. جي پاڻئين ته اڃا
ظالم نه ٿيان ته پاڻ کي ٻين جي عداوت ۽ نفرت
کان مٿي رکو، جي پاڻئين ته اڃا بي رحم نه ٿيان
ته پاڻ کي حسد يا ريس جي پهچ کان پري رک.
سڀ ڪنهن ماڻهوءَ کي ٻن صورتن ۾ ڏسي ٿو
سگهجي- هڪڙيءَ ۾ هو، آزاريندڙ ڏسڻ ۾ ايندو ۽
نه وٺندڙ ۽ ٻيءَ ۾، ڪم آزار ڏسڻ ۾ ايندو ۽ وٺندو،
توڻ ڪوشش ڪري هن کي، انهيءَ صورت ۾ ڏس،

جنهن ۾ هو توکي تمام ڏورو آزار رسائي سگهي، ڏو ائين ڪرڻ سان تون، هن کي ڪڏهن آزار يا ايذاءُ نہ رسائيندين. اهڙي ڪاب شي ڪانهي جا ماڻهو، تجويز سان ڦيرائي، پنهنجي فائدي ۾ ڪم آڻي نٿو سگهي. جنهن شي مان اسان کي گهڻو رنج رسي ٿو، تنهنجي شڪايت ڪرڻ جو واجبي سبب آهي، مگر انهيءَ کي ڏڪارڻ جي لاءِ ڪوب سبب ڪونهي. جنهنجي، ماڻهو شڪايت ڪندو آهي، تنهنکي ضرور نقصان رسائيندو يا ماريندو آهي. جي ڪنهن جيءَ حرڪت ڪان تون ڪو فائدو هٽان وڃائين ٿو تہ انهيءَ ڪري ڪاوڙج نہ؛ ڪاوڙ ۾ هوش خطا ٿيو وڃي ۽ هوش وڃڻ ڪري، تمام وڏو نائدو، تون هٿان وڃائين ٿو. تنهن جو ڪوٽ، چورائجي يا ڪسجي ويو آهي، تنهنڪري تون پهراڻ بہ لاهي ڇڏو ڪندين ڇا؟ جڏهن ڪنهن ٻئي جو اقبال ڏسي، توکي حسد ٿئي ۽ جڏهن ڪنهن ٻئي کي عزت آبرو يا لقب ملندا ڏسي، توکي چڙ لڳي، تڏهن ڪوشش ڪري معلوم ڪر تہ آهي هن کي ڪٿان مليا ۽ جاچ ڪر تہ ڪهڙن آپائن سان هن آهي حاصل ڪيا تہ پوءِ پاڻيهي تنهنجو حسد ڦري، رحم ٿي پوندو. جي ساڳيو اقبال، ساڳئي ملهہ تي توکي ڪٿي آڇجي تہ پڪ آهي تہ جي تو ۾ عقل هوندو تہ انهيءَ جي وٺڻ کان ضرور تون انڪار ڪندين. لقبن ۽ خطابن جي قيمت، خوشامد ۽ نيچائي آهي.

ماڻهو جڏهن ٻئي جو نوڪر يا غلام ٿو ٿئي تڏهن انهيءَ جي هٿان هن کي حڪم يا اختيار ملي ٿو. تنهنجي اها خواهش آهي ڇا ته پنهنجي آزادگي وڃائي، اهڙو ٿين جو ٻئي جي آزادگي کسين؟ يا ڀوڄيڪو ائين ڪري ٿو تنهنتي توکي ريس ٿي اچي ڇا؟ ماڻهو پنهنجن بالادستن کان ڪاٻه شي عيوض ڏيڻ کانسواءِ نٿو وٺي ۽ آهو عيوض، انهي شي جي حقيقي ملهه کان وڌيڪ ناهي. تنهنجي مرضي جهان جي دستور جي برخلاف آهي ڇا ته خريد ڪيل شي ٻه وٺين ۽ قيمت ٻه پاڻ وٽ رکين؟ جا شي جيڪر تون پاڻ قبول نه ڪرين، تنهنجي لاءِ جڏهن توکي ريس نه ٿي اچي، تڏهن دشمني ۽ عداوت جو اهو سبب دل مان ڪڍي ڦٽو ڪر ۽ جنهن شي مان آخر ظلم ۽ بي رحمي پيدا ٿئي تنهن کي پاڻ کان پري رک. جي توکي خدا عزت ۽ آبرو ڏني آهي ته انهيءَ شي جي ڇو تو ريس ڪرين، جا عزت آبرو وڃائڻ سان هٿ ٿي اچي؟ جي نيڪي ۽ لياقت جو توکي قدر آهي، ته جن بي عقلي ڪري انهيءَ تي سودو ڪيو آهي، تن جي حال تي توکي افسوس ڪرڻ کپي. جڏهن تو پاڻ ۾ اهڙي عادت وڌي آهي، جو ٻين جي ظاهري بهتري ڏسي، توکي ريس يا چڙ نه ٿي لڳي، تڏهن هننجي سچي سک ۽ سعادت جو ٻڌي، توکي نهايت گهڻي خوشي ٿيندي. جڏهن

تون ڏسندين تہ لائق ۽ حقدار ماڻهوءَ کي جو ڪو انعام اڪرام مليو آهي تہ ڌهن پاڻهي توکي خوشي ٿيندي، ڇالاءِ جو نيڪ ماڻهوءَ کي، نيڪن جي سک ۽ بهتريءَ مان خوشي حاصل ٿئي ٿي. جيڪو ٻئي جي سک ڪري خوش ٿئي ٿو، سو پنهنجو سک وڌائي ٿو.

## فصل پنجون - دلتنگي يا غمگيني

خوشدل ماڻهوءَ جي طبيعت، ڏک ۾ بہ سندس منهن تي خوشي ۽ سرهائي ظاهر ڪري ٿي؛ پر دلتنگ ماڻهوءَ جي ملولائي، خوشيءَ ۾ ڏک پيدا ڪيو وجهي.

غمگينيءَ يا دلتنگيءَ جو بنياد، دل جي ضعيفائيءَ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ڪونهي. طبيعي همت ۽ جوش کان سواءِ آها پاڻ زيادہ ٿي ٿئي؛ آنهيءَ کي ڏکي ڪرڻ جي لاءِ تون رکو ڪم پڌ تہ هوءَ ڏک لڳڻ کان اڳيئي پڄي ويندي. غمگيني، انسان ذات جي دشمن آهي، تنهنڪري تون آنهيءَ کي پنهنجي دل مان هڪالي ڪڍ؛ هوءَ تنهنجي مٺي حياتيءَ کي بہ زهر جهڙو ڪڙو ڪيو ڇڏي؛ تنهن ڪري آنهيءَ کي پنهنجي گهر ۾ اصل اچڻ نہ ڏي. هوءَ هڪڙي ڪک جي زيان کي ايترو آڻائي ٿي، جو تنهنجي سڄي موڙي، آنهيءَ جي پڇان ناس ٿي وڃي

ٿي. خسيس ۽ ڪين جهڙين ڳالهين تي توکي ايترو چيڙائي ٿي، جو ضروري ڳالهين تان بہ تنهنجو ڌيان اهيو وڃي. جيڪا خرابي آنهيءَ مان توکي هاڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، سا ٿي پس پيش توکي رسندي. هوءَ، تنهنجن گڻن تي مونجهاري ۽ سستيءَ جو پردو وجهي ٿي ڇڏي؛ جي ماڻهو، تنهنجا گڻ ڏسي جيڪر توکي مان ڏين، تنکي آءٌ لڪايو ڇڏي؛ هوءَ، انهن کي منجهايو، گهٽيو، هيٺ ڌڪيو ڇڏي؛ پوءِ توکي لاچار انهن جي، ڪدي، ظاهر ڪرڻ تي مٿو هڻڻو ۽ ڪشالو ڪرڻو ٿو پوي. هوءَ توکي تڪليف پهچائي، تنگ ڪري ٿي ۽ مٿان بوجو وجهي ٿي، ۽ تنهنجا هٿ ڀڃي ڍرا ڪري، جن سان جيڪر اهو بوجو اڇلائي ڇڏين. جي پاڻئين تہ نيچائيءَ کان جند ڇڏائين ۽ ناسرديءَ ۽ بي مروتيءَ کان ڇڏين ۽ بي انصافيءَ کي تنهنجيءَ دل مان ڪڍي ڇڏين تہ تڏهن غمگينيءَ کي پنهنجيءَ دل ۾ جاءِ نہ ڏي. انهيءَ کي خدا ترسيءَ ۽ دينداريءَ جو ڏيک ڪرڻ نہ ڏي؛ انجي ظاهري ڏاهپ تي نہ لڳج. دينداري، پنهنجي خالق جي پرستش ڪرڻ ۾ آهي، تنهنکي غمگينيءَ ۽ ملولائيءَ جو رنگ نہ ڏي. ڏاهپ، دل کي خوش ۽ سرهو ڪري ٿي، تنهنڪري پڪ ڄاڻ تہ ڏک انجي نظر ۾ ناپسند آهي. ماڻهوءَ کي مصيبت جي ڪري ٿي غمگين ٿيڻ کپي؛ جڏهن دل مان خوشيءَ

جا سبب نکرن ٿي ٿا، تڏهن ماڻهوءَ کي خوشي ڇو ڇڏڻ گهرجي؟ اهو ته رڳو ڏک جي لاءِ پاڻ کي ڏکيو ڪرڻو آهي.

جهڙيءَ طرح اوسارڻ واري، غمگين ڏسجي ٿي، جو هنکي انهيءَ لاءِ مزوري ملي ٿي؛ هوءَ روئي ٿي، جو هنکي ڳوڙهن ڳاڙڻ لاءِ پيسا ملن ٿا، تهڙيءَ طرح انهيءَ ماڻهوءَ جو به حال آهي، جو پنهنجي دل، غمگين رهڻ ڏئي ٿو، نه انهيءَ ڪري ته هنکي ڪو سچو پچو درد يا غم آهي، پر انهيءَ ڪري ته هنکي ملول ۽ اُپاڻکي رهڻ جي عادت آهي. ڪو خاص موقعو يا اتفاق، ڏک پيدا نٿو ڪري، ڇالاءِ جو اها ساڳي شي هڪڙي کي خوش ڪري ٿي ۽ ٻئي کي ڏک ۾ وجهي ٿي. جي ماڻهو اڪثر غمگين رهن ٿا، تن کان پڇ ته سندن غمگينيءَ جي ڪري ڪا حالت بهتر ٿئي ٿي ڇا؟ ته هو پاڻيهي مڃيندا ته اها بيعقلي آهي؛ بلڪ انهيءَ ماڻهوءَ جي تعريف ڪندا، جو صبر ۽ تحمل سان مصيبتون ڪٽي ٿو ۽ همت سان ڏکن کي، سامهون ٿئي ٿو. جنهن ڪم جي تعريف ڪجي، ماڻهوءَ کي ڪرڻ به اهو گهرجي. غمگيني، اصل سياءَ جي برخلاف آهي، ڇالاءِ جو اها سيائي خاصيتون ڦيرائي ڇڏي ٿي؛ جيڪا شي، اصل کان چڱي ۽ وڻندڙ خلقيل آهي، سا غمگينيءَ ۾ خراب پئي لڳي ۽ ناپسند پئي اچي.

جھڙيءَ طرح ڪو وڏو درخت، طوفان جي لڳڻ ڪري، ڪري پوي ٿو ۽ وري سنئون نٿو ٿئي، تھڙيءَ طرح ماڻھوءَ جي دل بہ غمگينيءَ جي زور سان ڍھيو پئي ۽ وري اصلوڪيءَ حالت ۾ نہ ٿي اچي.

جھڙيءَ طرح جبل تي مينھن پوڻ ۽ انجي پاسن کان وھڻ ڪري، برف ڳري ٿي، تھڙيءَ طرح غم ۾ ڳوڙھن ڳاڙڻ ڪري، سونھن بہ ڳلن تان ڳريو، ڌوپيو وڃي، نڪا اھا برف موٽي ٿي، نڪا اھا سونھن موٽي ٿي.

جھڙيءَ طرح موتيءَ ڪي، سرڪو ڳاري چڙھيندو آھي، جو پھرين آن ڪي رڳو مٽان ڪارو ڪري ڇڏي ٿو، تھڙيءَ طرح دلتنگي ۽ غمگيني، ماڻھوءَ جو مک ۽ خوشي، ڳھي ٿي ڇڏي، اگرچہ پھريائين آن ڪي رڳو پنھنجي پاڇولي سان ٿي ڍڪي. شھر جي محلن ۽ گھٽين ۾ غمگينيءَ جو حال ڏس، يا گوڙ جي جاين ڏي نھار، ڪنھنڪي ڪا غمگيني ڏسين ٿو؟ ھوءَ اصل اھڙن پاسن ڏي ويندئي ناھي ۽ سيڪو انھيءَ کان پري ڀڄندو آھي. غمگينيءَ جي صورت ڏس تہ ڪھڙي آھي؟ ڪنڌ ھيٺ پيو لڙڪيس، جيئن گل ڪندو آھي، جڏھن انھيءَ جي پاڙ پٽي ڪڍبي آھي، اکيون ھيٺ زمين ۾ لڳيون پيون اٿس ۽ آھي چڻ تہ رڻ کان سواءِ ھن ڪي ٻئي

ڪنهن ڪم ۾ نہ ٿيون اچن. نڪا وات ۾ گفتگو
اٿس، نڪا دل ۾ سنگت ۽ صحبت جي خواهش اٿس،
نڪا روح ۾ سمجهہ ۽ تيز فهمي اٿس. جي انهيءَ جو
سبب پڇنديس تہ خبر ڪانہ هونديس، جي انهيءَ جو
موقعو پڇنديس تہ اصلي هوندوئي ڪونہ. انهيءَ هوندي
بہ زور وجيس ڇڏيندو ۽ ضعيف وجي ٿيندي، نيٺ ڳري
ڳري، مري وڃي ٿي ۽ ڪوبہ ڪونہ چئي سگهندو تہ
ڇا ٿيس؟ جي توکي سمجهہ آهي تہ اهو حال نہ ٿو
ڏسين؟ جي تو ۾ خدا ترسي ۽ دينداري آهي تہ پنهن
جي چوڪ نٿو سمجهين؟

خدا توکي پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان پيدا ڪيو،
جي هنجو ارادو اهو هجي ها تہ تون خوش نہ گذارين،
تہ هو پنهنجي احسان سان توکي خلقي ئي نہ ها،
تڏهن هنجي اڪين جي آڏو ڇو ٿو حيران ۽ پريشان
ٿين؟ جڏهن تون گناه ڪرڻ کان سواءِ تمام خوش
ٿو گذارين تڏهن چئہ تہ هنجي پوري فرمانبرداري
ٿو ڪرين، جڏهن رنج ٿو ٿين ۽ ڪرڪين جهرڪين
ٿو تڏهن چئہ تہ هنجي حڪم تي اعتراض آڻين ٿو.
هن، سڀ شيون مڃڻ ۽ فنا ٿيڻ جي لاءِ پيدا ڪيون
آهن، تڏهن تون ڪيئن ٿو انهنجي فرڻ گهرڻ ئي
روئين ۽ ارمان ڪرين؟ جي اسان ڪبي خدا جي
قدرت ۽ سيائي قاعدي جي خبر آهي تہ تڏهن انهيءَ
جي ڇا لاءِ اسانکي شڪايت ڪرڻ گهرجي؟ جي

خبر ناهي، ته اهو اسانجي انڌائيءَ جو ڏوهه آهي، جوهر گهڙي جيڪا انهيءَ جي ثابتي ٿيئي ملي سا نٿا ڏسون. توکي خبر هجي ته جهان جي لاءِ تون قاعدا قانون جاري نٿو ڪرين، تنهنجو ڪم آهي ته جيئن آهي جاري ٿين، تيئن انهن تي هلين، جي انهن مان ڪو توکي اهنج ڏورسي ته ڪرڪڻ ۽ ارمان ڪرڻ ڪري آئنده پاڻ کي وڌيڪ اهنج ۾ ٿو وجهين. ڇڱين عذرن ۽ بهانن تي نه لڳج، نڪي ائين ڄاڻج ته ڏک ڪرڻ ڪري، تنهنجي مصيبت هلڪي ٿيندي يا لهي ويندي، جيڪڏهن ڏک، تنهنجي سيني مان تير ڇڪي ڪڍي ٿو ته وري تنهنجي جگر ۾ ٽنبي ڏئي ٿو.

غمگيني، توکي پنهنجن دوستن کان ڌار ڪري ٿي ۽ ڏيکاري ٿي ته تون صحبت ۽ گفتگو ڪرڻ جو لائق ناهين، توکي ڪنڊ پاسي هڪالي ڇڏي ٿي ۽ ظاهر ڪري ٿي ته شرم کان تون ٻاهر نٿو اچين. اهو تنهنجي سياءَ ۾ نه آهي ته مصيبت جا تير جهلين ۽ ڦٽجين نه، نڪي عقل توکي اهڙي ضرورت ڏيکاري ٿو. تنهنجو ڪم آهي مڙس ٿي، ماٺ سان مصيبت ڪٽڻ، پر پهريائين توکي انسان ٿي سور سهڻ به گهرجي. تنهنجين اکين مان ڀلي هنجون پيون وهن، ته به ضرور ناهي ته تنهنجي دل مان نيڪي نڪري ويندي، رڳو ايتري خبرداري رک

تہ سبب ڪانسواءِ نہ وهن ۽ حد ڪان زياده نہ وهن. جيڪي هنجون ٽيون هارجن تن مان مصيبت جي وڏائيءَ جو قياس ڪرڻ نہ گهرجي، سڀ ڪان وڏا ڏک، اهڙين علامتن ڪان مٿي تا ٿين، جهڙيءَ طرح سڀ ڪان وڏيون خوشيون، ظاهر ڪرڻ ڪان ٻاهر آهن. ڏک جهڙي ٻي ڪهڙي شي آهي، جا دل کي ضعيف ڪري ٿي؟ غمگينيءَ جهڙي ٻي ڪهڙي شي آهي جا دل کي ماندو ڪري ٿي؟ غمگين ماڻهو، ڪو وڏو جرات جهڙو ڪم ڪري سگهندو؟ يا هو ڪو ڪنهن نيڪيءَ يا خير جي ڪم ۾ ڪمر ٻڌي سگهندو؟ جڏهن ڪو فائدو حاصل ٿيڻو ناهي تڏهن پاڻ کي تڪليفن ۾ ڇو ٿو وجهين؟ جا شي اصل خراب آهي تنهنجي لاءِ ڇو ٿو چڱائيءَ ڪرڻ جا آپاءَ زيان ڪرين؟

## باب چوٿون

## انسان جي فضيلت ۽ هنرن جي ٻين کان بهتري

### فصل پهريون - عزت ۽ شرافت

شرافت، رڳو روح ۾ ٿي رهي ۽ سچي عزت، رڳو نيڪيءَ ۾ آهي. بادشاهن جي مهرباني، بدڪاريءَ سان بہ هٿ ڪري ٿي سگهجي، درجو ۽ لقب، پيسن

سان ۾ خريد ڪري ته سگهجي، پر انهنڪي سچي عزت يا آبرو نہ چئبو. ڏوهن ڪرڻ ڪري ماڻهو، سچي ناموس يا ناموريءَ کي پهچي نٿو سگهي، نڪي زر خرچڻ سان ماڻهو، شريف ٿي سگهن ٿا. جڏهن لقب ۽ خطاب، نيڪيءَ جو انعام آهن ۽ جيڪو ملڪ جي خدمت ٿو ڪري، تنهنکي وڏو درجو ملي ٿو، تڏهن جيڪو آبرو ڏئي ٿو يا جيڪو وٺي ٿو، سو سچي پچي ناموري ٿو ڪمائي ۽ انهيءَ سان جهان کي فائدو ۽ فيض ٿو پهچي. تنهنجي اها مرضي آهي چا ته توکي وڏو درجو ملي ۽ خلق کي خبر پوي ته ڪهڙي سبب ڪري اهو مليو اٿيئي يا هو چون ته چو مليو اٿيئي؟ جڏهن ڪنهن مشهور، معتبر ماڻهوءَ جون نيڪيون، سندس اولاد ۾ ڏسجن ٿيون، تڏهن انهيءَ جا لقب ۾ انهن سان گڏ هننکي ملن ٿا، اهو ته چڱو ٿيو، پر جڏهن ڪنهن کي لقب مليل آهن ۽ اهو انهيءَ شخص جهڙو ناهي، جو انهن لقبن جو زياده لائق ۽ حقدار آهي، تڏهن ماڻهو چوندا ته هو ناخلف، نالائق ۽ ڪريل آهي.

ورثي ۾ جا عزت ۽ آبرو اچي ٿي، سا تمام اعليٰ سمجهڻ ۾ ٿي اچي، پر عقل، انهيءَ جي فائدي جي شاهدي ٿو ڏئي، جو پنهنجي، عزت پاڻ ڪمائي ٿو. جيڪو پاڻ کان لياقت نٿو رکي ۽ پنهنجي ۽ ڏ ماڻهن ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجن وڏن جا ڪم ڄاڻائي

ڏو، سو انهيءَ چور سان مشابهت ڏو رکي، جو چوري ڪري، وڃي مسجد يا مڙهيءَ ۾ پناه وٺي ڏو. انڌي کي انهيءَ مان ڪهڙو فائدو، ته سندس ماءُ پيءُ ڏسن ٿا؟ ٻوڙي کي انهيءَ مان ڇا حاصل ته سندس ڏاڏو، فصيح گفتگو ڪندڙ هو؟ انهيءَ وانگي خسيس ماڻهوءَ جو انهيءَ ۾ ڇا ته سندس پيءُ ڏاڏو، شريف هو؟ جنهن ماڻهوءَ جي دل ۾ نيڪيءَ جو ميل آهي، سو نيڪ شريف ۽ بزرگ ٿئي ڏو. ڪنهن کي ٻه لقب القاب ملڻ ڏاران ئي هو عام خلق ڪان مٿي چڙهي وڃي ڏو. جا آبرو ٻين کي گهر ويٺي ملي ٿي، سا هو ڪمائي هٿ ڪري ڏو ۽ هننکي چوي ٿو ته جن جي نسل مان هئڻ جو اوهانکي فخر آهي تن به هيئن ڪيو هو.

جيئن ٻاچولو، سڀڪنهن شي سان لڳو وتي، تيئن سچي عزت آبرو به نيڪيءَ ۽ لياقت سان لڳي وتي. ائين نه چؤ ته، عزت، بهادريءَ مان پيدا ٿي ٿئي، نکي اهو ويساه ڪر ته جان کي جوکي ۾ وجهڻ سان اها حاصل ٿي ٿئي؛ عزت آبرو، ڪم تي اوترو منحصر ناهي جيترو انهيءَ ڪم جي ڪرڻ جي رستي يا طرز تي آهي. حڪومت هلائڻ جي لاءِ سڀني کي سڏي نه وهاريندا آهن؛ نکي لشڪر جي سپه سالاري ڪرڻ، سڀ ڪنهن جو ڪم آهي. جيڪو به ڪم

تنهنجي حوالي ڪرڻ ۾ اچي سو چڱيءَ طرح ڪر ته تون تعريف ۽ آفرين جو حقدار ٿين.

ائين به نه چؤ ته ضرور مشڪلاتون ڪاٽڻ گهرجي يا ڪشالا ڪڍڻ گهرجن يا جان جوکي ۾ وجهڻ گهرجي نه ته ماڻهو جي تعريف يا ناموس نه نڪرندي. جا زال، پاڪدامن رهي ٿي، تنهنجي تعريف ڪين ٿي ٿئي ڇا؟ جو ماڻهو، سچو ۽ ايماندار ٿو رهي، سو آبرو ملڻ جو لائق ناهي ڇا؟ نالي ناموس جي آج، ڏاڍي سخت ٿي ٿئي، عزت آبروءَ جي خواهش، ڏاڍي زور پري آهي، جنهن اسان ۾ اها خواهش رکي آهي تنهن وڏن ڪمن جي لاءِ اها ڏني آهي. جڏهن عام فائدي جي لاءِ خوفناڪ ڪم ڪرڻ ضرور ٿا ٿين ۽ جڏهن ملڪ جي ڀلائيءَ لاءِ اسانکي پنهنجيون جانيون جوکي ۾ وجهڻ ضرور ٿيون ٿين، تڏهن نالي ڪڍڻ جي حرص ۽ ناموس جي شوق کان سواءِ، ڪابه شي نيڪيءَ ۽ لياقت کي نه ٿي همٿائي يا زور وٺائي. شريف ماڻهوءَ جي دل کي، عزت آبرو حاصل ڪرڻ سان خوشي نه ٿي ٿئي، پر انهيءَ جو لائق ۽ حقدار آهي، اهائي ڳالهه، انهيءَ جو فخر آهي. ماڻهو چون ته "فلاڻي ماڻهوءَ جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ ڇو هي پٿر جو بت يا نشان ڪڙو ڪيو اٿن؟" جنهنکي نالي ڪڍڻ جو حرص يا شوق هوندو، سو هميشه ماڻهن جي ميڙ ۾ ڦريون هوندو،

هو اڳتي ڏوڪيندو ويندو ۽ پنهنجي نهاريندو ني ڪين، جڏهن ڪنهن ٻئي کي پاڻ کان اڳي ڏسندو تڏهن دل کي ڏاڍو رنج رسندس، هزارن کي پاڻ کان پوءِ تي ڏسي، اوتري خوشي نه ٿيندي‌س. اهڙي حرص جي پاڙ، سيڪنهن ماڻهوءَ ۾ آهي، پر اها سيني ۾ ڦٽي نڪري نه ٿي، ڪن ۾ دٻي، انهيءَ کي اڀرڻ نٿو ڏئي، گهڻن ۾ لڄ ۽ حيا انهيءَ کي دٻيو پئي آهي. اها روح جي اندرين پوشاڪ آهي، اها پهرين شي آهي، جا هو گوشت يا بدن سان گڏ ٿو ڏکي ۽ پوئين شي آهي، جا انهيءَ کان ڌار ٿيڻ مهل اڇلائي ٿو ڇڏي. ناموس جو حرص، جڏهن مناسب ۽ چڱيءَ طرح ڪم ۾ ٿو آڻجي تڏهن انسان جي طبيعت جو شرف آهي، پر جي نامناسب ۽ خراب ڪمن ۾ ٿو لڳائجي ته انهيءَ مان شرمندگي ۽ خانه خرابي ٿي پهچيس. دغا باز جي دل ۾ حرص، لڪل رهي ٿو، ريا ۽ مڪر، حرص جي دامن ۾ منهن لڪائي ٿو. ڪوڙ ۽ ڍونگ حرص کي خوشامد سيکاري ٿو، پر پڇاڙيءَ ۾ انجي حقيقت ظاهر ٿيو پوي. وچونءَ جو ڏنگ پاري جي ڪري، ساڻو ٿي پوي ٿو، پر ڇٽي نٿو پوي، نانگ جو ڏند سرديءَ جي ڪري، ڪري نٿو پوي، جيتوڻيڪ هو سيءَ کان وات

پوريو ڇڏي، انهن جي اهڙيءَ حالت تي رحم ڪر مهين باقي. پاڻيهي توکي پنهنجو جوهر ڏيکاريندا،

هننکي ڪچ ۾ ڪٽي گرم ڪري سهين، پوءِ ڏس تہ انجي عيوض ايذاءُ يا موت رسائيني ٿا يا نہ؟ جيڪو پاڻ سچي پچي نيڪ آهي سو نيڪيءَ ڪي، خود نيڪيءَ جي لاءِ چاهي ٿو. جنهن ناموس يا تعريف جي لاءِ حرص وارو ماڻهو، مٺو ڏو هٽي، تنهن ڪي هو ڏکاري ٿو. جي نيڪ ماڻهوءَ ڪسي، رڳو پين جي تعريف مان خوشي حاصل ٿئي ها تہ هنجو الهجي ڪهڙو حال ٿئي ها؟ هو پنهنجيءَ شرافت ۽ سچائيءَ ڪري انعام يا عيوض جو ڳولائو نٿو ٿئي ۽ خواهش بہ ايتري ٿو رکي جا آسانيءَ مان پوري ٿي سگهي.

جيئن سج، مٿي چڙهندو آهي تيئن پاڇو ننڍو ٿيندو ويندو آهي، تهڙيءَ طرح جيئن ڪنهن ماڻهوءَ ۾ نيڪي ۽ لياقت وڌندي اهي تيئن ناموس ۽ تعريف جو حرص منجهس گهٽ ٿيندو آهي؛ انهيءَ هوندي بہ هن ڪي عزت آبرو، انعام ۾ ملي ٿي.

ناموس، پاڇولي وانگي، جيڪو پٺيان پوندو آهي تنهن کان ڀڄندي آهي؛ پر جيڪو ڪانئس ڀڄندو آهي تنهنجي پٺيان لڳي ايندي آهي؛ جي لياقت رکڻ کان سواءِ تون انهيءَ ڪي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندين تہ هوءَ توکي ڪڏهن بہ هٿ نہ ايندي؛ جي تون لياقت رکندو هوندين تہ ڪيترو بہ پاڻکي لڪائيندين تہ بہ هوءَ توکي پاڻهي ڳولي پيئي

لهنديون. جيڪا شي چڱي آهي سا ڳول، جيڪو ڪو چڱو آهي سو ڪر، خود تنهنجي اندر جي آفرين ۽ تعريف مان جيڪا خوشي توکي حاصل ٿيندي، سا خلق جي رڙين ۽ تاڙين مان نه ٿيندي، جن کي ڪا خبر ڪانهي ته تو ۾ ڪا اهڙي لياقت آهي؟

## فصل ڇهون - علم ۽ حڪمت

ماڻهوءَ جي دل لاءِ، سڀ کان چڱي ۽ اعليٰ مشغولي آهي پنهنجي خالق جي ڪمن جو علم حاصل ڪرڻ ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ. جنهن ماڻهوءَ کي، طبيعي علم مان خوشي حاصل ٿي ٿئي تنهن کي سڀ ڪنهن شي مان پنهنجي خاوند جي هستي ۽ قدرت جي ثابتي ملي ٿي ۽ جنهن شي مان اهڙي ثابتي ملي ٿي سا تعريف لائق آهي. هن جي دل، هر گهڙيءَ خدا تعاليٰ ڏي اکيون کڻي ٿي ۽ هنجي سڄي حياتي، يڪسان عبادت ۽ بندگيءَ ۾ ٿي گذري.

جڏهن هو آسمان ڏي منهن ڪري ٿو تڏهن هن کي آتي بي انداز عجائب ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جڏهن هو زمين ڏي نظر ڪري ٿو تڏهن رڳو ننڍڙي ڪنئين مان به هنکي خدائي قدرت معلوم ٿئي ٿي. سج، پنهن جي جاءِ تي قائم رهي ٿو ۽ سيار تارا، پنهنجن پنهنجن دورن تي پيا هلن ۽ پڇڙ تارو، پاڻياٺي هوا ۾ گهميو،

هوري پنهنجي ٺهرايل رستي تي موٽي اچي ٿو، انهن سڀني کي خدا کان سواءِ ٻيو ڪنهن جوڙيو آهي؟ بي انتها حڪمت کان سواءِ ٻيو ڪير انهنجا قاعدا قائم ٿي سگهڻ جا آهن؟ هن جي نور ۽ تجلي تہ ڏس، ڪهڙو نہ حيرت ۾ وجهڻ جهڙو آهي! انهيءَ هوندي بہ هنن جو نور، ڪنهن جو ناهي، هنن جي چال تہ ڏس تہ ڪهڙي نہ تکي آهي! تڏهن بہ هڪڙو ٻئي جي رستي ۾ نٿو اچي پوي. زمين ڏي نهار ۽ انهيءَ جي پيدائش ڏس، انهيءَ جي اندر يا پيٽ جي چڪاس لهہ ۽ ڏس تہ منجهس ڇا ڇا ٻيو آهي؟ حڪمت ۽ قدرت، اهو سڄو بند وبست نہ بنايو آهي ڇا؟ ڳاهہ کي اپرڻ لاءِ ڪير ٿو چوي؟ پوري وقت تي انهيءَ کي پاڻي ڪير ٿو پهچائي؟ ڏس، ڍور ڍڳا اهو چرن ٿا، گهوڙا، گڏهہ، رڍون ٻڪريون اهو کائين ٿيون. اهو ڪير آهي جو انهن سڀني کي کاڌو موجود ڪري ٿو ڏئي؟ جيڪو ان تون پوکين ٿو تنهن ۾ برڪت ۽ واڌارو ڪير وجهي ٿو؟ ڪير توکي هيڪوڻ جو هزاروڻو ڪري ٿو ڏئي؟ ڪير تنهنجي لاءِ پوري موسم ۾ زيتون پچائي ٿو ۽ انگور بہ، جيتوٽيڪ انهيءَ جي سبب جي توکي خبر نٿي پوي؟ تمام خسيس مک بہ ڪا پاڻ کي پاڻهي پيدا ڪري سگهندي؟ يا خود تون جو خلقيو آهين ۽ خدا کان ٿوروئي گهٽ آهين، سو جيڪر اها جوڙي سگهين؟ جانورن

ڪي اها خبر آهي ته اسين جيترا آهيون پر هننکي انهيءَ تي حيرت نه ٿي لڳي، هو پنهنجي حياتيءَ جي گذران ڪرڻ ۾ خوش رهن ٿا، مگر اها خبر نه اٿن نه اها به نيٺ پوري ٿيندي، سڀڪو جانور، پشت به پشت پنهن جي طبيعي قاعدي تي هليو اچي، هزارين پيڙهيون لنگهي وڃن ٿيون ته به انهن مان هڪڙو به قسم گم ٿي نٿو وڃي. توکي انهيءَ سڄي ڪارخاني کي ڏسي، اهڙو عجب لڳي ٿو جهڙو انجي جدا جدا ڀاڱن تي، تڏهن تنهنجي لاءِ ڀي بهتر ڪهڙي مشغولي آهي ته انهن شين ۾ پنهنجي خالق ۽ مالڪ جي قدرت ۽ وڏائي ڳولي لهين ۽ آها چڪاسي ڏسين ۽ انهي جي عجائبن تي خيال پچائين ۽ ويچار ڪرين؟ انهن سڀني جي بناوت ۾ طاقت ۽ رحمت ظاهر پيئي ڏسجي، انهيءَ جي لاءِ جيڪو بندوبست رکيو ويو آهي تنهن ۾ انصاف ۽ مهرباني پيئي چمڪي، سڀ پنهنجي پنهنجي حال ۾ خوش آهن ۽ هڪڙي ڪي، ٻئي تي ڪابه ريس ڪانه ٿي اچي. اڪرن جو علم انهيءَ مقابلي ۾ ڪهڙي شي آهي؟ جيڪا واقفيت ۽ علميت آهي، سا قدرت ۽ طبيعت جي پڙهڻ ۾ آهي. جڏهن توکي ڪا صنعتي شي پسند اچي ۽ انهيءَ جي تعريف ڪري رهين، تڏهن جاچي معلوم ڪر ته آها ڪهڙي ڪم جي آهي؟ ڇالاءِ جو توکي پڪ جاڻڻ گهرجي ته زمين مان اهڙي ڪابه شي پيدا نه ٿي ٿئي، جا توکي

ڪم نہ ٿي اچي؛ تنهنجي خوراڪ، تنهنجي پوشاڪ، تنهنجن مرضن جا علاج، اهي سڀ زمين مان ٿي پيدا ٿا ٿين. تڏهن ڏاهو آهو آهي، جنهنکي انهيءَ جي خبر آهي ۽ سمجهہ وارو آهو آهي، جو انهيءَ تي خيال ۽ ويچار ٿو ڪري؛ باقي ٻين ڳالهين جي بہ نسبت، جيڪو علم تمام گهٽ ۽ فائدي وارو آهي ۽ جيڪا حڪمت تمام گهٽ، ناقص ۽ بيسود آهي، انهيءَ کي ٻين کان تون پسند ڪر ۽ انهيءَ مان پنهنجي پاڙيسريءَ جي لاءِ فائدو ڳول. انهيءَ کان وڏيڪ پوءِ توکي رکو جيئڻ ۽ مرڻ، حڪم ڪرڻ ۽ تابعداري ڪرڻ، محنت ڪرڻ ۽ تڪليف سهڻ جي ڳڻتي رکڻ کپي؛ عام اخلاق مان، انهن ميني جي توکي تعليم ملي سگهندي ۽ حياتيءَ جي انتظام مان، انهن جا قانون توکي معلوم ٿي سگهندا. اهي اڳيئي تنهنجيءَ دل تي لکيل آهن، رکو توکي ڪو ياد ڏيارڻ وارو هجي؛ آهي توکي آسانيءَ سان سمجهہ ۾ اچي سگهندا. رکو ڏيان ڏيندين تہ ياد ٿي ويندئي. ٻيا سڀ علم اجايا آهن، ٻي سڀ حڪمت ڪوڙي آهي؛ نڪي آها انسان جي لاءِ ضروري يا مفيد آهي، نڪي انهيءَ مان هو وڏيڪ چڱو يا سچو ٿئي ٿو. تنهنجا سڀ کان وڏا فرض آهن، خدا جي بندگي ۽ خلق جي خيرخواهي؛ انهن ٻنهي جي تعليم، جهڙي توکي خدا جي مخلوقات ۽ مصنوعات تي ڏيان ڏيڻ مان حاصل ٿيندي، اهڙي ٻئي ڪنهن بہ هنڌان نہ ٿيندي.

# باب پنجون

## قدرتي يا طبعي اتفاق

### فصل ڇهون - سک ۽ ڏک

جڏهن بخت لڳيني، تڏهن پنهنجو دماغ يا خيال هڪدم نه چاڙهه، نڪي جڏهن بخت ڇڏيئي، تڏهن پنهنجي دل، هڪدم اهڙي لاهي ڇڏ، جو ملول ڏسڻ ۾ اچين. بخت جي ياري، قائم رهڻ جي ناهي، تنهن ڪري ان تي گهڻو ڀروسو نه رک؛ نڪي بخت جي ناسازي سدائين هلڻ واري آهي، تنهنڪري اميد رکي، صبر ۽ تحمل ڪر. ڏک ۾ برداريءَ سان هلڻ مشڪل آهي، پر سک ۾ سنڀال رکڻ، ڪمال عقلمندي آهي. اهنج ۽ سهنج سان تون پنهنجيءَ قائم مزاجيءَ ۽ برداريءَ جي آزمائش وٺي سگهين ٿو؛ ٻئي ڪنهن به رستي، پنهنجيءَ دل جي قوت جي توکي خبر پئجي نه سگهندي، تنهنڪري جڏهن اهي ٻئي توتي اچن تڏهن خبرداري رکندو رهه. ڏس ته خوش قسمتي، توکي ڪئين نه لڳاري ۽ چٽ پڌي ٿي. جيتوڻيڪ بدقسمتيءَ مهل، تو تحمل ڪيو هوندو ۽ ڏکن کان بيپرواهه رهيو هوندين ته به خوش قسمتي، توکي جيتيو ڇڏي، انهيءَ وقت توکي اها خبر نٿي پوي ته تنهنجي سگهه وري نه موٽندي

۽ توکي انهيءَ جي وري بہ گهرج ٿيندي. ڏک، اسانجن دشمنن جي دل ۾ بہ رحم وجهي ٿو ۽ سک، اسانجن دوستن جي دل ۾ بہ حسد ۽ ريس ڪري ٿو. ڏک، نيڪ اعماليءَ جو ٻج آهي ۽ همت ۽ مردانگيءَ، کي پالي ۽ وڌائي ٿو، جيڪو سک ۾ آهي، سو پاڻ کي ڪيئن خوفن خطرن ۾ وجهندو؟ جنهنکي اڳيئي جهجهو آهي، سو وڌيڪ جي لاءِ ڇو مٿا هڻندو؟

سچي نيڪي، سڀني حالتن ۾ هڪجهڙي رهي ٿي، پر ماڻهو انهيءَ جا اثر يا نتيجا، اڪثر تڏهن ڏسندا آهن، جڏهن کي اتفاق ٿيندا آهن. ڏک ۾ ماڻهوءَ کي پيا سڀ چڏيو ڏين، هنکي جيڪي اميدون، آسرا آهن، سي رڳو پنهنجي جند ۾ آهن، تنهنڪري هو پنهنجيءَ دل کي همٿائي ٿو ۽ ڪشالا ڪاٽي، پنهنجا مشڪل آسان ڪري ٿو. سک ۾ هو ڀانئي ٿو، تہ آءٌ سلامت آهيان ۽ پيا جيڪي، منهنجي دستر خاني تي اچيو گڏ ٿا ٿين، سي منهنجا دوست ۽ خيرخواهہ آهن، تنهنڪري هو غافل ۽ سست ٿو ٿئي ۽ جيڪي خوف خطرا درپيش انس، سي نٿو ڏسي، هو ٻين تي ڀروسو رکي ٿو، جي نيٺ پڇاڙيءَ ۾ دغا ڏينس ٿا. سيڪو ماڻهو ڏک ۾ فقط پنهنجيءَ دل کي دلاسو ۽ صلاح ڏيئي سگهي ٿو، پر سک، سچ کي انڌو ڪيو وجهي. آهو ڏک بہ چڱو، جنهن مان آخر قناعت ۽ خوشي حاصل ٿئي، پر آهو سک بہ کهہ ڀيو، جنهن

۾ ماڻهو ڏک سهي ٿي نہ سگهي ۽ نيٺ وري ٿو اچي ٿو ڏک ۾ پوي. اسانجو نفس، اسان کي هميشه حد کان زيادہ خوشي ۽ ڏک جي صلاح ڏيندو، پر عقل، هميشه پوري پني هلت ۽ موافق حالت تي ٻهاريندو.

پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾، سچو ۽ راست باز رهہ ۽ انهيءَ جي سڀني ڦيرين گهرين ۾ خوش ۽ راضي رهہ؛ ائين ڪرڻ سان، تون سڀني واقعن مان فائدو پيو حاصل ڪندين ۽ سڀني حالتن ۾ تنهنجي تعريف پيئي ٿيندي. ڏاهو ماڻهو، سڀڪنهن شي مان فائدو ٿو وٺي؛ زماني جي گردش ۾ ۽ سڀڪنهن صورت ۾ هڪ جهڙو ٿو رهي. هو نيڪيءَ تي قائم آهي ۽ بديءَ تي غالب آهي ۽ سڀني حالتن ۾ بي پرواهہ آهي. سک ۾، مغرور ۽ خود خيال نہ ٿيءُ، ۽ ڏک ۾، نااميد ۽ ملول نہ ٿيءُ، نڪي پاڻ کي زور ڪري وڃي خوفن خطرن ۾ وجهہ، نڪي جڏهن هو پاڻيهي اچن تڏهن نامرد ٿي ڀڄي وڃ؛ جسا شي تـوٽ گهٽي تائين نہ رهندي، تنهنجو خيال ئي نہ آڻ ۽ تنهنجيءَ پرواهہ ئي نہ رک. ڏک ۽ اميد جا ڪنهي ڪوهڻ نہ ڏي ۽ سک کي، سياٽپ جو سوجهرو ڏکڻ نہ ڏي. جنهن کي مطلب جي اميد نہ ٿي رهي، سو نيٺ انهيءَ تائين پهچندو ٿو. ڪين ۽ جيڪو وري ڪڏ نٿو ڏسي، سو ضرور منجهس ڪري مرندو.

جيڪو بخت تي ياڙي ٿو ۽ چائي ٿو تہ انهيءَ مان منهنجو سڀ ڪاج سرندو، سو ڄڻ تہ پنهنجي جهاز جو لنگر، سمنڊ جي ڪناري واريءَ ۾ ٿو هڻي، جا وير چڙهڻ مهل وهي وڃي ٿي. جيئن ندي، جبل جي چوٽيءَ تان لهي سمنڊ ڏي ويندي، رستي ۾ سيني ڪناري وارين زمينن ڪي رکو چمندي وڃي، پر ترسي ڪٿي بہ ڪين ٿي، تيئن بخت بہ سڀني ماڻهن وٽان ٽپندو وڃي ٿو ۽ ٽڪي ڪنهن وٽ بہ ڪين ٿو. هو هلڻ جو ڏاڍو تکو آهي ۽ واءَ وانگي بيهڻ جوئي ناهي، تڏهن تون ان کي ڪيئن جهلي بيهاري سگهندين؟ جڏهن هو تنهنجو هٿ چمي ٿو، تڏهن تون هن جي ملاقات کان ڏاڍو سرهو ٿو ٿين، پر اجا هن جي شڪرگذاري ڪرڻ لاءِ ڪنڌ مٿي ڪٿين ٿو تہ هو ٿهي ئي ڪونہ، اکيئي ٻئي ڏانهن هليو وڃي ٿو.

## فصل ڏهون- درد ۽ بيماري

بدن جي بيماريءَ جو اثر، خود روح کي بہ پهچي ٿو ۽ هڪڙو، ٻئي کان سواءِ تندرست رهي نٿو سگهي. سيني ڏکن مان درد يا سور، تمام گهٽي تڪليف ڏئي ٿو، پر اهواهڙو آهي، جنهن مان طبيب کي تمام عمدا علاج ملن ٿا، جڏهن همت هارجيئي تہ عقل جي مدد وٺ، جڏهن صبر ۽ تحمل ڇڏيئي، تڏهن اميد کي سڏ ڪر. سور سهڻ، اصل تنهنجي نصيب

۾ ڪليل آهي، سو ضرورتون پيو سهنديون؛ تنهنجي شايد مرضي آهي تہ ڪن معجزن سان تون انهن کان بچين؛ يا توسان اهو حال ٿو ٿئي، تنهن ڪري ٿو ارمان ڪرين؛ پين جو ساڳيو اهڙو حال نہ آهي ڇا؟ جيڪي اصل تنهنجي سرشت ۾ آهي تنهن کان ڇٽڻ جي اميد رکڻ بي انصافي آهي؛ تنهنجيءَ حالت سان جي قاعدا لاڳو آهن، سي خوش خورميءَ سان توکي مڃڻ گهرجن. تون موسمن کي حڪم ڏيندين ڇا تہ نہ گذري وڃو، متان آءٌ پڙو ٿيان؟ جا شي، اصل ٽرڻ جي ناهي، سا مات ڪري سهڻ بهتر آهي يا نہ؟ جو درد، گهٽي تائين ٿو هلي، سو پورو پنو آهي. انهيءَ جي شڪايت ڪرڻ کان شرم رک، جو درد تمام سخت آهي، اهو ٿوري تائين ٿو هلي؛ جڏهن معلوم ٿئي تڏهن سمجهجي تہ اهو پورو ٿيو ۽ لنگهي ويو. جسم انهيءَ لاءِ خلقيل هو تہ روح جو طابع ٿئي؛ اڇا ڪنهن درد جي لاءِ تون روح کي پيو رنج رکين تہ تنهنجو جسم، انهيءَ کان لنگهي پار وڃي پوي ٿو.

جهڙيءَ طرح ڪندو، ڪپڙي کي ڦاڙي ٿو تہ ڏاهو ماڻهو پاڻ کي گهڻو هلاڪ نٿو ڪري، تهڙيءَ طرح بيمار ماڻهوءَ کي بہ پنهنجو روح، انهيءَ ڪري رنجائڻ نہ گهرجي تہ روح جي ڏک کي، يعني جسم کي، ايذاءُ پهتو آهي.

**پورو ٿيو**

# تهذيب اخلاق

انگريزيءَ تان ترجمو ڪيل


مصنف

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ



دفعو ٥] ۵۸-۱۹۵۹ع

قيمت ٠-٤-٢

ڇپائيندڙ

آر- ايڇ - احمد اينڊ برادرس

بوڪسيلرس، پبلشرس، شاهي بازار

حيدرآباد (پاڪ)

ضرورتون پيو سهندا ين، تنهنجي شايد مرضي آهي ته ڪن معجزن سان تون انهن کان بچين، يا توسان اهو حال ٿو ٿئي، تنهن ڪري ٿو ارمان ڪرين، ٻين جو ماڳيو اهڙو حال نه آهي ڇا؟ جيڪي اصل تنهنجي سرشت ۾ آهي تنهن کان ڇٽڻ جي اميد رکڻ بي انصافي آهي، تنهنجيءَ حالت سان جي قاعدا لاڳو آهن سي خوش خورميءَ سان توکي مڃڻ گهرجن. تون موسمن کي حڪم ڏيندا ين ته نه گذري وڃو، متان آءٌ پيڙو ڏيان؟ ڇا شي، اصل ڏرڻ جي ناهي، ما مات ڪري سهڻ بهتر آهي يا نه؟ جو درد گهڻي تائين ٿو هلي سو پورو ڦڪو آهي. انهيءَ جي شڪايت ڪرڻ کان شرم رک، جو درد تمام سخت آهي، اهو ٿوري تائين ٿو هلي، جڏهن اهو معلوم ٿئي تڏهن سمجهجي ته اهو پورو ٿيو لنگهي ويو. جسم انهيءَ لاءِ خلقيل هو ته روح جو طابع ٿئي، اڇا ڪنهن درد جي لاءِ تون روح کي پيو رنج رکين ته تنهنجو جسم، انهيءَ کان لنگهي پار وڃي پوي ٿو.

جهڙيءَ طرح ڪندو، ڪپڙي کي ڦاڙي ٿو ته ڏاهو ماڻهو پاڻ کي گهڻو هلاڪ نٿو ڪري، تهڙيءَ طرح بيمار ماڻهوءَ کي به پنهنجو روح انهيءَ ڪري رنجائڻ نه گهرجي ته روح جي پوش يا ڍڪ کي، يعني جسم کي، ايذاءُ پهتو آهي.

م . ع . ڏيپلائي اسلاميه پرنٽنگ پريس ۾ ڇپيو ۽ آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس بوڪسيلرس ڇپائي شاهي بازار، حيدرآباد مان پڌرو ڪيو.

# تهذيب اخلاق

انگريزيءَ تان ترجمو ڪيل

**مرزا قليچ بيگ**

جو



جلد ١٢٥٠]　　　　ڇاپو ٻيو　　　　[سنه ١٩٤١ع
مطابق ١٣٥٩ هه

**قيمت ٨ آنا**



چندن اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد




نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

